


# هَتَ ريکائن ڪان خالي

(ناول)

محمود مغل

ناري پبليڪيشن جو چوٿون ڪتاب

# هٿ ريڪائن ڪان خالي

(ناول)

**محمود مغل**



ناري پبليڪشن
حيدرآباد سنڌ.

سڀ حق ۽ واسطا ليکڪ وٽ محفوظ آهن
ڇاپو: پهريون.
ڇپجڻ جو سال: سيپٽمبر ١٩٩١ع
ڳاڻيٽو: هڪ هزار
ملهه: ٢٠ رپيه
ڇپائيندڙ: نذير ناز- ناري پبليڪيشن،
443/3 صدر حيدرآباد سنڌ.
ڪمپوزنگ: سنڌ ٽيڪ(SINDH TECH) ڪمپيوٽر
ڪمپوزنگ سينٽر حيدرآباد
ڪمپيوٽر آپريٽنگ: حبيب قادر قريشي- سارنگ رام

---

HATHA REKHAUN KHAAN KHAALEE
(PALMS WITH OUT LUCK- LINES)
A NOVEL IN SINDHI.
BY. MAHMOOD MUGHAL
PUBLISHED BY. NAZIR NAZ,
NARI PUBLICATION, HYDERABAD

ارپنا

اُنهن جي نالي

جيڪي واپس وَرَڻَ ۾ الاهي ديرِ ڪري ڇڏيندا آهن.

## محمود مغل

۱۹۷٦ع کان ڪهاڻي ڪيتر ۾، مسلسل لکڻ، محمود مغل جي سڃاڻپ رهيو آهي. تقريبن ۱۵ سالن جي عرصي دوران، سندس ۹۳ ڪهاڻيون، هڪ ناول ۽ ۳۰ ڪالم شايع ٿي چڪا آهن. تنهن کان سواءِ ٻاهرين لاءِ سندس لبمنراد ڪهاڻيون ۽ ترجما، ۳۰ کان مٿي ڇپيل آهن. سندس پهرين ڪهاڻي سهڻيءَ جي "تخليق" نالي آخري ڪتاب ۾ ۱۹۷٦ع ۾ شايع ٿي، جنهن سندس ادبي سفر جي شروعات ڪئي. سندس ڪهاڻين جا هيل تائين ٻه مجموعا شايع ٿي چڪا آهن ۱۹۸۲ع ۾ رابيل پبليڪيشن پاران " ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل يادون" ۽ ۱۹۸۵ع ۾ ناري پبليڪيشن پاران "تو سنگ تو بن ڏينهڙا" ڇپائي پڌرا ڪيا ويا. جن مان "تو سنگ تو بن ڏينهڙا" کي سنڌي ادبي سنگت پاران سال جي بهترين ڪهاڻين جو مجموعو قرار ڏنو ويو.

محمود جي ڪهاڻين تي هيل تائين ۱۲ ٽيلي ناٽڪ ۽ ۲ ريڊيو ناٽڪ پيش ٿي چڪا آهن.

## ڪجھ مان چوان

محمود مغل جو ناول "هٿ ريکائن کان خالي" اوهان جي ريکائن سان ڀرپور هٿن ۾ آهي.

هي نوجوان ڪهاڻيڪار هڪ سگهارو قلم ڪار آهي، جنهن جي قلم وقت گذرڻ سان حياتيءَ جي ڪيترن ئي ڪنڊن پاسن کي نروار ڪري اوهان سامهون پڌرو ڪيو آهي. محمودَ لاءِ مشهور آهي ته هو اندر جي وار تائين کي ڪهاڻيءَ جو جسم عطا ڪري، لفظن جو لباس ئو پهرائي. اهو به چيو ويندو آهي ته هڪڙي ننڍڙي خيال کي ڪمالِ خوبيءَ سان پڙهندڙ ڏي منتقل ڪرڻ محمود جو ئي خاصو آهي.

هي ناول به هڪ ننڍڙي حادثي کان بچاءَ ۾ رهي ان حادثي جي ڦٽو رَ کان پوءِ پنهنجي وجود جي رتيءَ رتيءَ جي سنڀال جي ڪهاڻي آهي. ناري پبليڪيشنس کي اهو فخر رهيو آهي ته اسان پنهنجيءَ وتَ آهر اوهان تائين چونڊ ادب پهچايو آهي. محمود مغل جون بهترين ڪهاڻيون به اوهان تائين اسان مجموعي جي روپ ۾ پيش ڪيون جن ۱۹۸۵ع جي بهترين ڪهاڻين جو انعام حاصل ڪيو ۽ هاڻي هي ناول به ان پڪ سان اوهان جي هٿن تائين پهچايان پئي ته اهو به پنهنجو ماڳ ضرور حاصل ڪندو.

محمود، جيترو سادو، سباجهو ۽ کُليلُ انسان آهي اوترو ئي کُليلُ سندس قلم جو اظهار آهي. اوهان سندس قلم جي ڪشش ۾ ڇڪجو، مان اوهان جي راءِ جي ڇڪَ جي طلبگار رهندس.

نذير ناز

## هٽ، ريڪائون، روپ (مهتاب)

ڪنهن به ليکڪ لاءِ، سڀ کان آسان ڪم آهي ناول لکڻ، ۽ اُن کان به آسان ڪم آهي اُن کي اسٽارٽ ڪرڻ. بس جا شئي ناول جي رستي جي رڪاوٽ آهي، اهو آهي سندس Wind-up ناول، نظم وانگر هڪ Compact شئي آهي. جنهن ماڪيءَ لار جي End تائين، اُن ۾ ميناج هوندو آهي، ناول کي به انهن هجڻ گهرجي. ڪلوزنگ تائين مربوط ۽ "يونيڪ" ۽ هٽ ريڪائن کان خالي اُن جو سهڻو مثال آهي.

ناول ۾ جنهن ڪهاڻيءَ، محمود جي قلم ۾ پناهه ڳوليون آهي. اُن جي خوبصورت نائڪا، ٽنڊي ڄام جي رهندڙ آهي. ٽنڊو ڄام مونکي زرعي يونيورسٽي ۽ گلن واري- نرسري فارمس جي ڪري، بي حسد پسند آهي ۽ محمود جي هن ناول کي، پسند ڪرڻ جو پهريون عجيب منطق مون وٽ اهو به آهي ته، اُن جي هيروئن ٽنڊي ڄام / يعني نرسري فارمس واري شهر جي رهاڪو آهي. اها ته، خير ناول جي نائڪا جي ڳالهه ٿي. پر سنڌيءَ ۾ ڪيترا ايترا ناول آهن جن جا ڪردار، ناول مان نڪري اسان جي حافظي ۽ مٽيءَ ۾ محفوظ آهن؟ وڌ ۾ وڌ- هڪ اڌ (۽ بس). ڪنهن چيو آهي: (شايد مون ئي چيو آهي ته) سٺي ناول جي هڪ وصف هي به آهي ته، اُن جا ڪردار هم‌عمر حالتن، زماني ۽ سماج کي Depick ڪن. اِن حد تائين محمود جي هِن ناول جا ڪردار ڇا پيا ٿا ڪن. ايڪٽنگ؟

(NO)

اوور ايڪٽنگ؟

(NO)

اِهي. نمائنده آهن، پر mind it انهن وٽ ايڪشن! پارٽي لاٿين وارو ڪونهي. اهي رومينٽڪ دنيا جا رهواسي آهن. ناول جي رُوماني فضا ۾ انساني رشتن جون عجيب ادائون ۽ ڪردارن جي گمڀير اداسي، هن ناول جي نيٽ ورڪ کي اُپاريو بينل آهن. ناول جي فيبرڪ ۾، نثر اُٺڻ جو ۽ جملن جي نٽنگ جو، محمود جو، پنهنجو انداز آهي. ٿورو الڳ ۽ گهٽيو وٽندڙ. هن رومينٽڪ ناول ۾، هڪ بامقصد پوائينٽ آف ڊپا رچر بہ موجود آهي. ڪهڙي؟ مون اُن کي پنهنجي حد تائين سمجهي ورتو آهي. اوهين بہ هي ناول ڏيان سان پڙهو، پنهنجي پسند جي پوائنٽ ڳوليو ۽ Enjoy ڪريو.

نصير مرزا
۲۰-۷-۸۸ع

## خالي هٿن جون ٻالهيون (پيش لفظ)

اڄ ڪيتري ئي عرصي کان پوءِ، وعدي جو پورائو پيو ڪيان. اوهان سان حُجَت پيو ڪيان. جيڪو عرصو وچ ۾ پيو، تنهن لاءِ کهڙن لفظن ۾ معذرت لکان. هنَ ناول لاءِ ڪافي عرصو پهرين پيلسٽي ٿي. پر الائي ڪيئن هوائن جو رخ منجي ويو ۽ الائي ڪيترو پاڻي، هيڪلين پلين هيٺيان لنگهي ويو. مان پاڻي موٽائي نـ ٿو سگهان. هوائن آڏار وچڙي ويل لمحن کي واپس نـ ٿي ورائي سگهان. بس حُجَتَ جي آسرو ڪٽي، هي ناول اوهان جن هٿن تائين پهچائي رهيو آهيان.

حياتيءَ ۾، هر حياتيءَ ۾.الائي ڪيتريون اسٽيشنون ايندڙيون آهن. اسين پنهنجي وجود جي ريل بنان سگنل ڏٺي هلائيندا آهيون ۽ پوءِ ڪنهن نـ ڪنهن حادثي جو شڪار ٿيندا آهيون. ڪڏهن بلڪل ختم ٿي ويندا آهيون ۽ ڪڏهن وري سوچ جي حڪومتَ پاران ڏنل امداد ذريعي ڦاٽل چاڪن کي رفو ڪرائيندا آهيون. درد جو دارون ڳوليندا آهيون.

پر، جڏهن هن سيني ۾ اڱاريءَ جو ڪو نـ ٻـ علاج نـ مُجي. جڏهن اَنين اکين جي ڳاڙهاڻ ڪنهن ٻـ چنڊي سان نـ لهي. جڏهن ڪوئل جي ڪوڪ ۽ دل جي سار ڪو ٻـ ورق ورائڻ لاءِ راضي نـ ٿئي تـ اسين هڪدم پنهنجن هٿن ڏي نظر ڪندا آهيون. ان رَتِ ۾ اسان جي هَٿَ ۾ ڪنهن جو ٻـ هَٿُ ٻـ هوندو آهي. ۽ يقينن اهي ريکائن کان خالي هوندا آهن. ايندڙ پنن ۾ مون اَنَ موسم جو ئي مَوڄ اوهان جي هٿن ۾ پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.چوندا آهن، عمر عزيز جيئن جيئن گذرندي ويندي، هٿن جون ريکائون تيئن تيئن منجنديون ونديون آهن، اهو ساڳيو

مسئلو ڪنهن جي ملڻ ۽ وڃڻ سان به هلندو ٿو رهي. ڪير گذ هجي ته هَتَ امير هوندا آهن، پرجي موڪلائي وڃن ته ريڪائن ڪان خالي ٿيڻ جو عذاب ڪو پَري ناهي هوندو.

توهان به فڪر ڪيو، ڇو ته هر ريڪا جيڪا مَتِجَي ٿي. سا ڀهرينءَ جهڙي ته ڪا نه ٿي رهي نه. مولا پاڪ مشڪل ڪُشا، توهان جن هٿن کي ڪڏهن به ريکائن ڪان خالي نه ڪري.

محمود مغل

سنيوستان هائوس

ج.شو.ر.ر

٢٢-٧-٩١ع

١

مون اڄ وري خواب ڏٺو آ.

هي خواب ڪيترا نہ پوائتا هوندا آهن، ڪڏهن ڪڏهن تہ انسان جون اکيون ڏري پوندڙيون آهن، نڙي ٿوٽ ۽ وجود خشڪ ٿي ويندو آ. شايد هو بہ مون وانگر پوائتا خواب ڏسندا هوندا، تڏهن تہ ائين ٿي ٿيندو آ نہ.

مان پنهنجين اکين کي ڪليل رکڻ تو گهران، نہ تو چاهيان اهي بند ٿين ۽ ڪو ٻيو خواب انهن ۾ وسيرو ڪرڻ لاءِ اچي نڪاءُ ڪري. اهو هڪُ خوف ئي اجوڪي ڏاڙڪي لاءِ ڪافي آهي.

اڄ هڪ ڇوڪريءَ، منهنجي هَٿَ کي جهلي ڪيڏو نہ پريم سان چيو

"مان اوهان سان گڏ هلڻ ٿي گهران."

منهنجي دل چيو پڇانس

"ڪيترو وکون هلنديءَ ۽ ڪڏهن ڇڏينديءَ؟"

پر ڇئي نہ سگهيم، هن ڪان هٿ ڇڏائڻ چاهيندي بہ نہ ڇڏائي سگهيو هنمر ۽ هن بيحد لاڏ سان منهنجو هٿ جڪڙي چيو

"مان ڪوجهي آن، چاٺان ٿي خوبصورت نہ آن، پر منهنجي دل بيحد خوبصورت آ. بلڪل توهان وانگر. اهو بہ چاٺان ٿي تہ توهان لاتق ناهيان پر ڇا ڪيان دل مجبور ڪيو آ."

هوءَ مون ڏي تڪيندي رهي، مان آسمان ۾ نهاريندو رهيم.

هوءَ ٽڙڪي اٿي.

"توهان ڪجهہ تہ ڳالهايو نہ، ڪا تہ ڳالهہ ڪيو نہ."

مان هٿُ ڇڏائي، خاموشيءَ سان اٿي آيم.

---

تون بيحد خوبصورت هئينءَ. هئينءَ نہ. تنهنجو وجود أيلورا جي بُتن جيان خوبصورت جسم جو مالڪ هو، تنهنجو آواز دنيا جي خوبصورت آوازن ۾ شمار ٿي سگهيو ٿي. تنهنجيون اکيون بيحد خماريل هيون ۽ تنهنجا وار الاءِ ڇا هئا.

تون، تون هُئينءَ ان ڪري جو مان هئس، جي مان نہ هجان ها تہ تون ڪٿان هجين ها، جيئن هڪ چوڪنڊي جي هڪ ڪنڊ ٻيءَ سانParallel هوندي آ، نہ هجي تہ چوڪنڊو ٿهندو ڇا؟



زندگي ڇا آ؟

عذابن جو هڪ اڻکٽ سلسلو آ، غمن جي هڪ ريکا آ، جيڪا هٿ تي چٽيل ريکائن جيان وَرنَ وَڪڙَن سان ڀرپور آ، ۽ جنهن جي هڪ هڪ ڏڪ سان انسان جو وجود ڄڻ ٿيا تو لڙڪائي. ۽ مان هادي احمد، هٿن تي سانن جهڙو چٽيل هجان. جنهن تي سيني ڪان تازو ٿيو تو هنيو هجي، پنهنجيُن بيوفاين ۽ شڪوه ترازين جو.

مون تي ننڊپڻ ڪان ئي ڪرم نوازين جو هڪ سلسلو آ، جيڪو شروع ٿيل آ.

منهنجي گهر ۾ منهنجيون ڀينر منهنجن ڪزنز کي پنهنجو پاءُ ڪنديون هيون ۽ أنهن کي پائيندي گهرندي ججيڪڏهن مون تي نظر پئجي ويندي هئس تہ ان قرب جي ڄڻ رُونگ ڪيڏنديون هيون. منهنجي ماءُ

## ٣

خانداني بَکيڙن ۽ گهرَ جي خرچن کان واندي نہ هوندي هئي ۽ منهنجو وجود ڇمڻ کان پوءِ جلد ئي پنهنجي پيءُ کي وڃائي چڪو هو. عمر جي هن دؤر ۾ مون کي لڳندو آ ڇڻ ان سلسلي جي پهرين ڪڙي، منهنجي پيءُ جو موت ئي هو.

ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن اسان ٻار پاڻ ۾ ڪيڏندي ڪيڏندي وڙهندا هئاسين ۽ جيڪڏهن ڪو مون کي ماريندو هو ۽ مان ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ ويهي روئيندو هئس تہ منهنجي وڏي ڀيڻ چوندي هئي

"چَندَڪُ آ، اهڙو جي سدورو هجي ها تہ ڇم سان ئي بابا جو سر ڪٽين ها ڇا؟ اچو توهان، ياٿهي روئي روئي بس ڪندو."

۽ سندس ان جملي سان ئي، منهنجي روئڻ جي ڪري گهڙي ڪن لاءِ بيٺل راند وري شروع ٿي ويندي هئي مون کي شامل ڪرڻ کان سواءِ ئي.

مان سالن جي تفاوت سان ڇائو هئس ۽ سيني ۾ ننڍو هئس. ٻيا چار ڀائر وڏا هئا ۽ ڪمائيندا هئا، پوءِ ڪڏهن ڪڏهن جڏهن مان ڪنهن دزائن جو ڪپڙو پائيندو هئس يا وار ڪٽائيندو هئس تہ وڏو ڀاءُ ڪَرڙين نظرن سان ڏسندو هو

"اهڙي ٽرڙي دزائن پائبي آ، هان ... ظهير کي ڏنا ٽٽي ڪينس سبرائيندو آ ڪپڙا، سڄي خاندان ۾ هن جي پسند جي هاڪ آ ...... ۽ تون آهين ...... توکي تہ ڪير پڇي بہ ڪونہ."

مون کي ڇڻ اندر ۾ پاڻي پرجي ايندو هو، اڄان ڪجهہ ڏينهن اڳ ئي تہ ظهير منهنجي دزائن جي ڪاپي ڪئي هئي، پوءِ هن سُٺو ڪيو هو ۽ مون ٽرڙائپ ڪئي هئي.

۽ هوڏانهن امان ترسُ ڪائيندي هئي

”چو ٿو اهڙيون حرڪتون ڪرين هادي، هيڏو ڏانگهو اچي ٿيو آهين. ائين نه ڪرين ته ڪو، ڪير تو تي ڪرڙي نظر رکي. مان به چا ڪيان، پٺهين ته ڪونهي جنهن تي منهنجو حڪم هلندو. توهان پڻ هٿ آن، ..... هو ٽئي چارئي ڪمائيندڙ آهن، ڪين چا چوان؟ ڪجهه ڪچندس ته به لڄي ٿيندس، اچان ٿيون ڏينهن ٿي وڏو ياٺهين پيو چوي ته هن وار ڪيئن لهرايا آهن، مشتاق ڪي ٿي ڏسو ... هن جا وار ڪيئن آهن. ياءُ اسان جو آ پر نه ڌُهڻ جو نه ڪُهڻ جو.“

۽ مان امان سامهون چئي وجهندو هئم

”هنَ مشتاق به ته مون سان گڏ ٿي حجامت ڪرائي، ساڳي ڪَٽَ آ ٻنهي جي، ادا ائين چو ٿو چئي.“

”نه ابا ڪجهه ته فرق هوندو، نه ته چريو ٿيو آ چا؟“

۽ مان هميشه امان وٽان اُٿي ايندو هئم، پنهنجي ڪمري ۾، در بند ڪري هميشه پنهنجو پاڻ ڪي آئيني ۾ تڪيندو هئم.

”هن چهري ڪي غور سان ڏس هادي، شايد دنيا ۾ ان ڪان وڌيڪ ڪنهن تي ٽُڪ ٽُڪ نه ٿيندي هجي.“

---

۽ پوءِ رُتون بدليون ته مون به جيئڻ جا انداز ڳولي ورتا، اهو گهر هئو ته بين لاءِ، مون لاءِ هڪ سراءِ هو، جنهن ۾ صرف رات گذارڻ ويندو هئم، نه ته مون الاءِ ڪيترا ڏنڌا سکيا، ڪاليج مان ايندو هئم ته منجهند جو ٽائيپ تي، اتان اچان ته ميوزڪ ڪلاس تي. منهنجي گهر وارن جي معاشي حالت تي منهنجو ٽائيپ سکڻ بوجهه هو، چو ته ان سان هنن جي لڪاپتي هجڻ تي شڪ پئي ٿيو پر مون اهو ئي ڪيو جيڪو چاهيم. ان گهر سان لاڳو نه هوندي به ڪڏهن ڪڏهن جي ڪو جملا ڪنن ۾

وگهرائي وجهندو هئو تہ مان بلڪل چٽو ٿي پوندو هئس ۽ ان چٽڪتائي جي دؤرن ۾ مان پنهنجو پاڻ کي ڏڪ هڻڻ ۽ پٿرن ۾ ٽڪر هڻڻ سکيس. اذيت پرستيءَ جو هڪ دؤر هئو جيڪو مون تي لهي آيو هو، پوءِ ان مهل سڀ مون وٽان پڇي ويندا هئا، تان جو منهنجو جسم ٽٽو ٿيندو هو، اکيون پرجنديون هيون، مان خوب رُنندو هئس ۽ روئي جڏهن من جي مونجهہ جهڪي ٿيندي هئي تہ آئيني ۾ ڏسي مرڪندو هئس.

۽ وقت مٿان لهندو هو صحيفي جيان. مون تي ڏکن ۽ دردن جو چڻ وحي نازل ٿيندو هو ۽ تن لمحن ۾ دل چوندي هئي "هن ساوڻي رت ۾ ڪو تہ هجي جيڪو منهنجي پيننگهہ کي بہ لوڏو ڏئي" پر وري ذهن جهٽڪي ڇڏيندو هئس "هادي، ڪير وهاڻي لاءِ offer ڪرئي نہ تہ مهربانيون مجي ، هَٿُ مٿي هيٺان ڏئي سمهي پئجانءِ، ڪهڙي ضرورت آ ڪنهن کان ڪنهن بيک وٺڻ جي."

اداسيون شخصيتن کي جنم ڏينديون آهن، منهنجي منهن جو روپ آئيني ۾ بدلجي ويو، هُو هاڻي مون کي خوبصورت ليکڻ لڳو، هر هر مرڪي منهنجو آڏرياءُ ڪندو هو، منهنجو چهرو پرجي ويو، اکين ۾ چمڪ ۽ وارن ۾ نرمي اچي وئي، شايد مان بہ جوان ٿي ويو هئس.

پوءِ منهنجين خاموشين مون لاءِ لفظ چونڊيا ، منهنجيءَ نڙيءَ مون لاءِ خوبصورت آواز. ۽ انهن پلن ۾ مان الاءِ ڪيئن تو سان ٽڪرائجي ويس.

انهن ئي ڏينهن ۾ الاءِ ڪيئن اسانجو پروگرام ٿي ويو اوهان وٽ اچڻ جو.

تنهنجي ماءُ، منهنجي ماءُ جي سؤٽ هئي، سالن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو نہ تہ بس رڳو خطن وسيلي ٿورو ٿورو

لکيو گهڻو پيا چاهيندا هئا سين. منهنجن گهر وارن هن پيري خاص تياري ڪئي هئي، ڪين اتي مڙني ڪجهہ ڏينهن رهڻو هو. مون کان وات – تڪائي تي پر مون انڪار ڪري ڇڏيو. ميوزڪ ڪلاس جو بهانو ڪري جان ڇڏايم. هُو سڀ هليا ويا. مان گهر ۾ آخر اڪيلو رهجي ويم ۽ هوائون وري چڻ تيز ٿي ويون، اهو اوپرو گهر هڪدم پنهنجو ٿي ويو. مان دل کولي ڳائڻ لڳم. سمهڻ،کائڻ، پيئڻ، سوچڻ تائين هر شئي لاءِ آزاد هئم، نہ روڪ ٽوڪ هئي نہ ڪا ڪرڙي نظر. مان گهران ٿي ڪونہ ٿي نڪتم. شامون هيون تہ گلابي، صبح هئا تہ آسماني.

۽ اهڙيءَ ئي هڪ شام جو فون جي گهنٽي وڳي هئي.

"هلو" مان ننڊ مان اٿيو هئم، آواز هميشہ کان وڌ ڳرو هئو.

"هلو، ڪير؟" پريان نفيس ترين مگر خوبصورت آواز هئو.

"هادي"

"هُو ... ماسي جن چيو آ، تہ توهان هليا اچو" پريان ٽڪڙ ۾ جملو چيو ويو.

"ڪهڙا ماسيءَ جن؟" مون وارن کي ناهيو.

"توهانجي ماءُ وارا"

"پر، انهن اوهان کي ڪٿان چيو" الاءِ ڇو نڙِي ڪڙي ٿي وئي، منهنجي ازلي چِٽ–ڪتائي چڻ موٽي آئي.

"هُو هتي تہ آيا آهن اسان وٽ."

"ٽندو ڄام ۾" منهنجي واتان نڪري ويو

"بيو نہ تہ ڪٿي؟ اوهان کي گهران نڪرندي، ٽندوڄام جو چٽي هُوسڙيءَ ويندا ڇا؟"

پريان بہ ڪو رهزن انسان هو، مان الاءِ ڪيئن ٿي ويم ، مانوٽ

٧

پيس ڏي ڏسندي چئي ڏنم

"ڪم ڪهڙو آ جنهن لاءِ ياد فرمايو اٿن"

"اهو نہ ٿن ٻڌايو، بس توهان هليا اچو"

هن فون بند ڪري ڇڏي، هي آواز هو الاءِ ڇا؟...... ريڪا جهڙو هو.....نہ تہ نيتُو سِنگهہ جهڙو هو.... نہ...... پر منهنجو ڪهڙو ڪم، ڪهڙو بہ هجي

، مون ڪي ڇا،،، پر هئو ڏاڍو مٺو، ڏاڍو خوبصورت.... پلي هجي....پر مان پڇان تہ هان تہ هوءَ ڪير پئي ڳالهائي؟.... ڪيرَ بہ هجي ..... پڪ خوبصورت هوندي......نہ نہ، خوبصورت هجي ها تہ ڪو ايڏو سٺو آواز ۽ لهجو هجيس ها، هر خوبصورت ماڻهو، واهيات آواز ۽ لهجي جو مالڪ هوندو آ، جيئن منهنجي گهر جو هر هڪ فرد آ. هوءَ پڪ بدصورت هوندي، ڪوجهي، .............. ڪاري.



مون اوهان جي گهر جو در ڪڙڪايو، دَرَ تي هَٽُ رکندي ياد آيم، گهڻ ۾ گهڻ اٺ سال ٿيا هئا مان ستي نہ آيو هئم. امان وارا جڏهن بہ آيا هئا، مان ساڻ نہ ايندو هئومان، گهر جي ڏاڪڻ اهائي ساڳي هئي، ترڪندڙ، پاڻي هاريل. هي اهو ئي هنڌ هئو جتان مان ننڍي هوندي هڪ ڀيرو ڪريو هئم ۽ رتو رت ٿي ويو هئم. ان زماني ۾ هن ڏاڪڻ ۾ عجيب قسم جي ڏپ هوندي هئي، هاڻي الاءِ ڪٿان اتي هلڪي هلڪي خوشبو هئي.

در مان هڪ ننڍڙي ٻاهر نڪتي.

"پير صاحب جن آهن"

مون هن ڏانهن غور سان ڏٺو، هيءَ شايد سيني ۾ ننڍي آ.

"ڪير بابا جن"

"جي"

"امي تہ ڪونهن"

۽ ان مهل ئي، در جي ڪُليل تاڪُن مان منهنجي پيءُ جي نظر مون تي پئجي وئي.

"ائي هليو آ هادي، هتي وري ڪهڙا پيو پنهنجي اخلاق جا Impressions وجهين، سڌو سنئون اندر گهڙي آءُ ۽ بس."

ننڍڙي در تان هٽي وئي، مون ڪلهي تي ٿيلهو سنڀاليندي، گهر ۾ اندر قدم رکيو.

اديءَ ويندي ويندي امان کي سڏيو ۽ پاڻ ڪمرن ڏي هلي وئي. گهر سڄي ۾ چڻ چوپول مچي ريو "هادي آيو آ، هادي ٻاهر بيٺو آ."

ڪمرن کي چاريءَ وارا در لڳل هئا، اندر جو ڪو منظر نظر نہ ٿي آيو، مان اتي ئي در ٻاهر بيهي رهيس. ڪافي وڏو ورانڊو هئو ۽ ان مهل ئي در ڪليو، ماسي ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي.

"اڙي هادي اجان اتي بيٺو آهين"

مون هن جي پيرن تي هٿ رکيا، هن منهنجي پيشاني چُمي.

"حد ڪئي ٿئي، اندر نہ ٿو اچين، ڪو ڊاريو آهين ڇا؟"

هوءَ مون کي اندر وٺي آئي، اتي امان منهنجي اچڻ جو ٻڌي بہ ليٽيل هئي، مون سندس پيرَ ڇُهيا، هوءَ مرڪي اٿي.

"تڪجي پئي آن انڪري ٻاهر نہ آئي مانءُ."

منهنجي دل چيو، چوانس، اوهان مون لاءِ هميشه کان تڪل آهيو، پر ڪجهه نه چيم.

"آ، ويهه هتي."

ماسيءَ ڪرسي ريڙهي، مون چشن ٿي پاسي نظر ڦيري، الاءِ ڪيتريون چوڪريون اتي ويٺل هيون، مون انهن ڏانهن نهاري ڪنڌ سان Bow ڪئي ۽ ويهي رهيم.

"تون ته الاهي وڏو ٿي ويو آهين، ماشاالله، ڳورو چٽو........ڏاڍو سٺو نڪري پيو آهين هادي"

ماسي مون ڏي پر شوق نگاهن سان نهاري رهي هئي، مان شولڊر بئگ جي ڪڙن سان ڪيڏندو رهيم. پريان منهنجي ڀيڻ جو آواز آيو "پهرين ملاقات ۾ هي هميشه اهڙو ئي لڳندو آ."

"۽ پوءِ؟"

هڪدم اهو آواز اڀريو، ساڳيو فون وارو.

"پوءِ"

منهنجي ڀيڻ پنهنجين خوبصورت اکين ۾ نفرتن جا رنگ پريا، سندس چَپَ عجيب نموني سان مرڪڻ لڳا، مون هن تان نظرون ڪٽي، پاسي ڏي نهاريو، اها تون هئين. شايد منهنجي سڄي Bio-data کان واقف ٿي چڪي هئين. تنهنجين نظرن ۾ مون لاءِ ترس هو ۽ ان مهل ئي منهنجي ذهن ۾ آيو "هي رحم، سئنڊوچ ۾ پيل بيدي يا ٻاجيءَ جيان نفرتن جي ٻن ٿلهن سلائيز جي اندر هوندو آ، پوءِ چڪُ هڻ ته ٿورو ذائقو ڏيندو ۽ پوءِ وري نفرتن جي ڊبل روٽي هوندي ۽ ڏند هوندا."

منهنجيون اکيون وري ڦرڻ لڳيون، پاڻ کي سنڀالڻ لاءِ ماسيءَ کي چيم

"مان هَتُ مُنهن ڏونڻ ٿو گهران."

"اِچ، مان توکي تنهنجي ڪمري ۾ وٺي هلان، تون بنگ رک پوءِ جيئن وڻئي تيئن ڪر."

سون بنگ ڪنيو، ماسيءَ پريان هليم ته لڳو اهي نظرون پٺيءَ ۾ سوراخ ڪري ڇڏينديون.

---

اتي آيم ته خبر پئي ڪم ڪو به ڪو نه هئو، بس ماسيءَ ملڻ ٿي چاهيو، سو گهرايو هئائين.

سڀ ٿي روز ڪو نه ڪو پروگرام ڪندا هئا، ۽ مان ڪمري ۾ بند رسالن ۽ گانن سان وينو دل بهلائيندو هئم. ماسيءَ ڪيڏو نه چيو پر مان اهڙي مردم بيزار.

هڪ ڏينهن مون ٻڌو، ته اديءَ کي چيو پئي "هي شخص ڇا شروع کان ئي ايڏو بور آ."

"ٻيو نه ته، ٻنهي Super class جو، ڪڏهن نه ڪنهن سان ڳالهائيندو. پاڻ کي الاءِ ڇا پائيندو آ"

"پوءِ توهان سمجهايوس نه ٿا "

"ڇا سمجهايونس، ڪنهن جي ٻڌي به نه. ٿورو چونداسين ته پٺتين ۾ ٽڪر هڻندو، رتو ڇاڻ ڪندو،پاڻ کي. ٿانوَ ڀڃندو ۽ الاءِ ڇا ڇا ڪندو."

"الا" تنهنجي لهجي ۾ تاسف هو.

"ٻيو نه ته Complete mental case آهي."

پريان تو الاءِ ڇا سُرٻاٽين ۾ چيو، ۽ منهنجي دل هڪدم تيز ڌڙڪڻ لڳي. "هن الاءِ ڇا چيو هجي.... پر ڇا به چوي منهنجو ڇا؟....

مڃ ڪٿي يار، هُوءَ توکي سٺي لڳڻ لڳي آ. سندس ڳلن جا گلاب، وارن جا وَرَ ۽ اکين جو خمار مون موهيندڙ آهن. اگر تہ اهڙي ڪانہ هئي، هڪڙي قتل انب جهڙي هوندي هئي، هاڻي تہ الاءِ ڇا ٿي ويو اٿس ..... پر هاءِ هادي..... ڪونہ سترئين پٽ. اُن کان اگر ڇا سهٺيون ڇو ريون ڪونہ ڏٺيون اٿئي؟ هن پر وري ڪهڙي خاص ڳالهہ ..... ۽ جي ڳالهہ هجي بہ تہ ڇا هي؟... هُنَ کي تُنهنجَن ڪارنامن جي مڪمل رپورٽ مليل آهي، هڪ بدنام ترين، واهيات انسان، جنهن جا الاءِ ڪيترا اسڪينڊلَ هُنَ جون سکيون پيئنر ناهيئنديون آهن، اُنَ سان ڇا هُوءَ محبت ڪندي؟.....بيوقوف آن تون ..... گڏهہ آن بلڪل.



بہ ڏينهن لنگهيا، هڪ دفعي، ڊائننگ ٽيبل تي فيشن تي بحث هلندي، ماسي هڪدم چئي ويٺي "توبنهن، اڄڪلهہ جا ڇوڪرا ڪيئن نہ ڪُرُو ڪَٽ ٿيو وتن. اڳيان جَهپلو پيو لڙڪي، ڪَنَ صاف، پوياں ڏاڙهي جو پڇُ."

منهنجي وات مان نڪري ويو "ائين تہ ناهي ماسي، الاهي سٺو تہ لڳندو آ، هونئن بہ فيشن آ، شل نہ هئي.... هڪَ ڪيو تہ بيو ضرور ڪندو."

"نہ هاڻي ائين بہ ناهي، الاءِ ڪيترا ڇوڪرا نہ ٿا ڪن"

اديءَ منهنجي ڳالهہ کي رَدُ ڏنو، مان نہ چاهيندي بہ چپ ٿي ويس، ۽ ان مهل تو هڪدم چئي ڏنو "هونئن هادي صحيح آ، ڇوڪرا الاهي سٺا

لڳندا آهن ان Hair-Style ۾"

اَنَ مهل اِهو جملو مون لاءِ الاءِ ڇا هو، .......هيءُ ڪيرَ آ، جيڪا مون لاءِ ڪجهہ ڳالهائي. تنهنجي ڳالهہ هڪُ جيڪ پاڻ هئي، سڀ تنهنجي ان يڪ مشت فيصلي ڪان مطمئن ٿي ويا ۽ منهنجيون نگاهون تو ڏي اُٿيون، تو مون ڏي ئي نهاريو پئي، ڇڻ نظرن ئي نظرن ۾ چوندي هجين"اسان سان گڏ هوندين تہ شڪست نہ ٿيڻ ڏيندا سون.آخر تنهنجو پاسو وٺي اهوثابت ڪيو آ."

۽منهنجين نظرن چڻ چيو هجي

"مان ٿورائتو آن تنهنجو، جو شايد ڪرم نوازين لائق مان گهٽ ئي هوندو آن."

مون تو سان پاڻ نہ ٿي هلڻ چاهيو.الاءِ گهر وارا اوهان وٽ ڇو اتڪي پيا هئا جو اهو دؤرو ڪجهہ طويل ٿي ويو هو، مون کي تنهنجين اکين ۾ الاءِ ڇا ٿي نظر آيو، مان اندر ئي اندر ۾ گهٽجڻ لڳم، هن چڪر جي مان لائق ناهيان، ٿي سگهي ٿو هوءُ بہ پين وانگر مون سان وقت گذارو ڪندي هجي.

مان چاٺي واٺي توکان پري ٿيندو ويم.توسان قربتن جا موقعا الاءِ ڪيترا ملندا هئا، مان لنوائي ويندو هئم، اَنَ هنڌ تان ئي اُٿي ايندو هئم جنهن جي آس پاس تون موجود هجين.

---

اُن ڏينهن شام جو، مون ڪمري جون دريون کوليو، رڪارڊر تي عطاالله نيازيءُ جو رڪارڊ لڳائي، پاڻ دريءَ تي منهن رکي اکيون ٻوٽي ڇڏيون.

دعا سلام تي بندگي هتان دي، وڃين آکين يار سڄڻ ڪون

تيڏي ناز نواز ميکون ياد آنديهن، مين تان ڏيران ڏيوان مگتون
تي هجر فراق تي ڏاڍيان دردان، اڄ پيڙهہ لڳي هر سن سن کون
آکين جيوين هو سان تي ملٺا آسان، تان ڏاڍيان لاتيان تنتون.
ڏکُ اندر ۾ لهندو ويو، منهنجي دل جي پير، ڏونگن جي حوالي هئي، ۽ ان مهل ئي ان لهندڙ شام ۾، اديءَ وارن هڪ ڏک سان ٽيپ بند ڪري ڇڏيو، مون اکيون کولي ڇڏيون.

"سيني کي خبر آ، تون انتها درجي جو بور ماڻهو آهين، پر ان جو مقصد اهو تہ هرگز نہ آ تہ تون هن گهر جي هيڪلي ٽيپ تي ٢٤ ڪلاڪ ئي قبضو ڪيو ويٺو هجين."

اها تون هئينءَ، مان ستو تي ويٺم، ڪجهہ چوڻ بجاءِ ٽيپ جو سوئچ ڪڍي تو ڏي وڌايم.

"چو؟" تنهنجيون اکيون مُرڪيون پئي.

"توهان ڪٿي وڃو، ٻڌو وڃي."

"ڪٿي آءُ" اديءَ هٿ وڌايو، تو روڪي ڇڏيس.

"نہ، هِت ئي ٻڌنداسين ۽ هن جي موجودگيءَ ۾ ئي ٻڌنداسين."

تو پنهنجو مخصوص لهجو ڏاريو.

"هن وٽ تہ اهو ئي مٺو نيازي هوندو

بالو بتيان وي ماهي ساڪون مارو سنگلان دا
پتل بٺانيئي سونا بشسان عملان دا"

اديءَ ٽوڪ طور شعر پڙهيو.

"تہ ڇا ٿيو، تون ويهہ مان ڪئسٽ ڪٽين تي اچان"

تو اديءَ کي ويهاريو، مون ٽيپ کٽي پلنگُ هنيو.

"اڄ ڪاڏي گهمڻ ڪونہ ويٺو ڇا؟"

"نه، ڪجھه پاڙي واريون هتي ئي امان سان ملڻ آيون آهن"
اديءَ اخبار پڻي ڏني، مون به وڌيڪ ڪجهه ڪڇڻ مناسب نه سمجهيو، ڪجهه لمحن جي خاموشيءَ کان پوءِ تون ڪجهه ڪنسٽون ڪٽي آئينءَ.

"اڇي Select ڪر." تو ڪنسٽن جو ٿهو اديءَ ڏي اڇليو.

"ءِ تون"

"مان پنهنجي پسند جو گانو ڪٽي آئي آن، تون ڳول تيستائين مان پڌي ونان، پوءِ هڪ تون پڌرائجانءِ پنهنجي پسند جو ۽ هڪ [illegible] ي پڌرائيندو، ٺيڪ آ"

تو اديءَ ڏي نهاريو، هن جون اکيون ڪنسٽن پر هيون صرف ڪنڌ سان هائو ڪيائين،تو مون ڏي نهاريو، مان نگاهون نه چورائي سگهيس. تو مرڪي ڏنو. اها هڪ مرڪ گهڻو ڪجهه ڳالهائي رهي هئي.

تو لڳايو، لتا جي خوبصورت آواز پکڙجي ويو

آپ مُجهي اَچي لگني لگي،
سپني سچي لگني لگي
نين ساري رَن جگني لگي،
آپ مجهي اَچي لگني لگي
اکيون ڪو پيدڪولنا آگيا،
ميري من ڪو ڀي ڊولنا آگيا،
خاموشي ڪو بولنا آگيا،
ديکو گيت ميري مُکُ ڀي سجني لگي،
آپ مُجهي اَچي لگني لگي.

اهو گانو نه هو الاءِ ڇا هو، تو ان کي ڇهن ئي ڇهن پر ڳايو پئي،

مون جيڏي مهل تي ڏنو ته تون اديءَ کان پُنيري وڻي هئين ۽ مستقل مون ۾ نهاري رهي هئينءَ، ڄڻ مون کان سنئون سڌو محبت لاءِ اقرار گهرندي هجين. مون هر دفعي تو ڏي نهاري ڪنڌ هيٺ تي ڪري ڇڏيو، ڇا ڪيان هُنَ جي شوريده سريءَ کي، هنن جذبن جي بغاوت کي.

۽ پوءِ منهنجو وارو آيو ته مون وري به نيازيءَ جو رڪارڊ لڳايو

دونون کو آ سَکي نہ نِيَاني محبتين
اب تڪ رهي هيَن هَمر کو پُلَاني محبتين
گُذري زمون کَي زَخم پي اب تَک نهين پَري
تر اور سَکيا کسي سي بڙهاني محبتين
کن کن رفاقتون کي دئيَ واسطي مگر
اسَ کو نہ ياد آئين پُراني محبتي.

اديءَ گ ني جي وچ ۾ ٽشپ بند ڪرڻ گُهري، تو روڪي ڇڏيس، شايد تو کي جواب ملي ويو هو مان هڪدم ڪمري مان نڪري آيم.

---

اُنَ رات جو ڊائننگ ٽيبل تي هيڪلو ماني کائيندي، مون سيني لاءِ جڏهن واجهايو هو ته خبر پئي هئي، هُن سيني کي پاڙي واريون پنهنجي گهر وٺي ويون هيون. نوڪرَ مون لاءِ ماني کڻي هئي. مون هن کان سيني لاءِ پڇيو ته هُن ٻڌايو ته تون گهر وڃي آهين. الاءِ ڪا ساهيڙي اُچتي هيئي جنهن جو انتظار پئي ڪيئي شايد.

مان خاموشيءَ سان نڙي پريندو رهيس انهن ئي لمحن ۾ تون پنهنجي پليٽ کڻي آئينءَ.

"مان شريڪ ٿي سگهان ٿي"

"ڇو نہ"

تو ڪرسي سَيرَي، ماني ڪڍي هٿي ۽ اتي ئي منهنجي پر واريءَ ڪرسيءَ تي ويهي رهيءَ. الاءِ ڪيترا لمحا خاموشيون هيون، بس چمچا هيا سي کڙڪيا پئي.

"توهان واقعي سنجيده طبيعت جا آهيو يا پوز ڪندا آهيو"

"جي." مان سچو پچو گڙٻڙائجي ويو هئس "ڇا مقصد؟"

"مقصد اهو ته اسان ڪان سُنا ته اهي ٿانوَ آهن، جو هڪ ٻئي لاءِ کو آواز ته پيدا ٿا ڪن."

"ڇا ڳالهايان" منهنجو آواز وري ڏرڻ لڳو.

"ڪا به ڳالهه... موسم، ٿڌ، گرمي، ڪا به ٻش." تو مرڪيو.

مون سواليه نگاهن سان تو ڏانهن ڏٺو.

"اهو ئي ته موسم ڪيئن آ، ماني سُئي تيار ٿيل آهي يا نه، يا مان ڇو نه وٺي آن....... جڏهن ته سڀ گهر وارا ريل آهن." تنهنجي مرڪ گهري ٿي وئي.

"اهو توهان جو ذاتي معاملو آ، مان ان ۾ ڪيئن ٿو دخل ڏئي سگهان." مون پاڻيءَ ۾ڪ پريو، هاڻي ته نڙي جڻ خشڪيءَ جي ٿَهَن اندر هجي.

"پر ماٺهو رسمِ دنيا سمجهي ئي ڪٿي پچندو آ."

"مان رسمِ دنيا جو گهٽ ۾ گهٽ قائل آن."

"تڏهن ائين Rude آهيو."

تنهنجو اهو جملو مون لاءِ الاءِ ڇا هئو، مان هڪدم گرم ٿي ويس، ان ڪان پهرين جو تون ڪجهه وڌيڪ چوين مان اتان اٿي هليو ويس.

رات جو سيني دير تائين ڪچهري ڪئي، ۽ تقريبن ٻين بجي جڏهن سڀ سمهڻ ٿي ويا ۽ مون اجان هنڌ ۾ ليٽي رلي مَس وڌي هئي ته تو سڏ

ڪيو

"هادي"

"جي" مون رلي ۾ ڀري ڪٿي.

"پاڻي" تون هٿن ۾ پاڻيءَ جو گلاس کنيو بيٺي هئينءَ.

"پر مون ته نه گهريو هو" منهنجي واتان نڪري ويو.

"توهان ئي ته گهرايو هو......... ڏهيو"

تنهنجيون اکيون عجيب انداز ۾ ٻُري رهيون هيون، پهرين انهن ۾ ڪو ولولو هو، پوءِ مايوسي. مون ڏٺو، پريان تنهنجي ماءُ منهنجي سمهڻ واري ڪمري جي کليل درَ جي بلڪل سامهون پنهنجي کٽ تي هنڌ وڇائي رهي هئي، مون کي سڄي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي. هڪدم تو کي سڏيم، تون مُڙي جو چُڪي هئينءَ.

"فوزيه، ڪٿي اچو پلا."

تون هڪدم وَرِي آئينءَ، گلاس ڏئي تو هنڌ ۾ رليءَ جي پيڪڙ ۾ ڪا شئي لِڪائي.

"هي پڙهجو پليز"

پوءِ جڏهن سڀ وڃِي پنهنجن هنڌن ۾ ڌانئيڪا ٿيا ته مون ڏٺو، اها هڪ ڪاري رنگ جي ڊائري هئي جنهن ۾ تو پنهنجي هڪ هڪ جذبي کي لاٿو هو، تو اقرار ڪيو هو اُن ۾ مون سان محبت ڪرڻ جو، ۽ بقول تنهنجي "مون ڏاڍو پاڻ کي روڪيو، پر هي دِل وحشي منهنجي پُهچ کان نڪري ويو آ ۽ مان مجبور آن."

اها ڊائري اڌ لکيل هئي، ۽ باقي خالي پنن مان ڪيترن تي لکيل هو

"هادي، مان اوهان سان گڏ هلڻ تي گهران......... هلڻ تي

گهران."

**اها خواب جي ابتدا هئي.**



ٻئي ڏينهن صبح جو ننڊ مان اُٿي مون ڏٺو، ترن سامهون پنهنجيءَ ماءُ جي هنڌ تي ليٽي مون ڏي ڏسي رهي هئينءَ. مون تو ڏي نهاريو ته ڪَنڌُ ڦيري ڇڏيئي. منهن ڦيربندي ٻه تنهنجا ڳلَ ڳاڙها ٿي ويا هئا. مان هَنڌَ مان نڪتم ته تون ڪمرو ڇڏي وئينءَ. مون نيرن ڪئي، الاءِ ڪيترا ڀيرا ويهي ٻُڌا، تون نظر نه آئينءَ تان جو منجهند مهل تون سانيءَ تي ڪجهه لمحن لاءِ نظر آئين، شرمايل، نظرون جهڪيل، جڻ پنهنجي رات واري حرڪت تي شرمنده هجين.

مون يڪو ويٺي سوچيو، تو کي جواب ڪيئن ڏيان. هونئين ته ڪٿي ڪيڏي ڪيڏي مهل ڳالهائيندا هئاسين، سو به تون ئي ڪجهه پُڇي ونندي هئينءَ، مون ته ڪڏهن به تو کي ڪو نه سڏيو هو.

آخر همٿون ميڙي تنهنجي ڊائريءَ ۾ چٽ لکيم

"توهان مون لاءِ ڇا آهيو، ڇا لکان. ڊائري واپس ڀيو ڪريان، ٿي سگهيوَ ته سياڻي جڏهن سَڀ گهمڻ وڃن ته گهر رهجو، پاڻ ۾ ڪجهه ڳالهائينداسين."

هاڻي اها ڇني ڏيڻ جو مسئلو هو، مون الاهي سوچيو پر ڊائري واپس نه ڀني ڪري سگهيس. ۽ رات جو ڪچهري ختم ٿيڻ مهل مون کي هڪدم هڪ خيال آيو، پنهنجي ڪمري ڏي ويندي مون تو ڏي نهاريو

"فوزيہ، جي مائنڊ نہ ڪيو تہ مون کي پاڻي گلاس پھچائي وڃو."

تو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو، ۽ اندر ڪمري ۾ وڃڻ، منھنجي دل ڄڻ سيني مان ٻاھر نڪرڻ لڳي. ڪجھہ لمحا رکي تو گلاس آندو تہ مون تو ڏي نھاريو، تون وري بہ مون کان شرمائي رهي هئينءَ. منھنجي اندر جو مرد ڄڻ ٻُلَ ڏيڻ لڳو. گلاس وٺي مون تنھنجي منھن کي ويجھو کان تڪيو،

"محبت جي شروعات بہ ڪرين ٿي ۽ شرمائين بہ ٿي."

تو هلڪو مرڪيو، اها هڪ آسُودي مُرڪَ هئي،

مون ڊائري تہ ڏي وڌائي،

"هن ڇانگهي کي، هي نازڪ وجود اڪيڻ تي آ. "

---

مون تہ ڏي نھاريو هو، تو خاموشيءَ سان، ڊائننگ ٽيبل تي ڪِرِيل گيھہ جي جميل داغ کي پنھنجي نُنھن سان ويئي کوٽيو، الاءِ ڪيترا ئي لمحا خاموشيءَ جي حوالي ٿي ويا هئا. پوءِ مون ئي ڳالھايو

"هي فيصلو ڪجھہ عجيب آ توهان جو، منھنجومقصد آ اسان ٻنهي جو."

تو پنھنجي ويڪرين اکين ۾ حيراني پري مون ڏي نھاريو هو.

"ڇو"

لفظ چئي، تو نُنھن جي هڪ ئي سَٽَ سان، اهو جميل گيھہ ميز تان پري ڪري ڇڏيو هو. اهو هڪ لفظ نہ هو، تو ڄڻ ڪنھن ترار جو وار ڪيو هو.

"ان ڪري جو تون ۽ مان هڪ ٻئي جا أبتڙ آهيون، مان هڪ بدنام ترين انسان آهيان. الاءِ ڪيترا اسڪينڊل مون سان وابستہ آهن،

هڪ مخصوص سرڪل آ، جيڪو صرف منهنجي براين کي پڪيڙڻ تي مون لاءِ چڻ مامور هجي، تنهنجو منهنجو ڪهڙو ساٿ؟. مائنڊ نہ ڪرين تہ چوان تہ تون بہ ڪجهہ ڏينهن ساڻ هلندينءَ، پوءِ ڇڏين ويندينءَ آخر انسان آهين."

"نہ مان تو لاءِ فرشتو آهيان"

تو مرڪيو هو مون تو ڏي نهاريو هو.

"فرشتا ڇا ڇڏڻ نہ ڄاڻندا آهن؟"

"نہ تہ، هو تہ ڪجهہ بہ ڪو نہ ڪُڇندا آهن، بس عمل پيا لکندا آهن. مان بہ تنهنجي هر عمل ۾ شريڪ هوندم هر ڪا ڳالهہ نوٽ پئي ڪندم تو کي پين وانگر Tease نہ ڪنديس."

مون کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو ڇا چوان.

تو مون ڏي نهاريو هو، نظرون مليون تہ هڪدم ڇني ويئين؛

"مان تو لاءِ آن، تون جي خراب بہ آهين نہ تہ دنيا لاءِ، مون لاءِ نہ. دنيا سان پنهنجو رشتو الڳ مون سان الڳ.........نيڪ."

مون ها ۾ ڪنڌ لوڏيو، نڙي ڄڻ ڪنهن گهٽي ڇڏي هئي.

"تون مون لاءِ جي آهين بہ نہ تہ عجب جي نشاني آهين، مون سان تہ ڪنهن بہ پريم ڪو نہ ڪيو آ،.... امان بہ ڌتڪاريو ٿي هوندو... ان ۾ مڃان ٿو ڪجهہ سُلوڪ منهنجو بہ آ، جيڪو اِنَ روئيي جو ڪارڻ آ، پر ايترو بہ نہ جيترو مان کي ملي ٿو."

"مان ڄاڻان ٿي، سڀ خبر اٿم. سڀ ڪا ڳالهہ سوچي سمجهي مان هن راهہ تي چڙهي آن..... تنهنجي طبيعت بہ ڄاڻان ٿي... بس هڪ ڳالهہ سمجهُہ ۽ دل ۾ ويهارِ، ماٺهو جيَ گاڏيءَ ۾ چڙهندو آ نہ اڪيلو، تہ همسفرن جي ڪاڻ ٿورٺي هوندو آ، ڪَمُ تي سفر تائين پهچڻ ٿي هوندو آ

نہ، سو ماڻهو ڪيئن بہ پُهچي"

تہ ڏاڍو تڪڙو پيو ڳالهايو، ۽ الاءِ ڪيئن مون اُنَ مهل، تہ ڏي ڏسي چئي ڏنو

"تون مون سان فِڪر تہ ڪو نہ پئي ڪرين"

تنهنجو سچو مُنهن وسامجي ويو هو، مُرڪَ گم ٿي وئي هيئي، چَپَ چڻ هڪدم نوٽ ٿي ويا هُجنئي. مان پشيمان ٿي ويم تنهنجي هٿ کي جهلي چيم

"مان معافي وٺڻ سخت ناپسند ڪندو آن، يقين ڪر مون اڄ تائين تمام گهٽ اهو لفظ واتان ڪڍيو هوندو، اڄ تو کي ٿو چوان، معاف ڪري ڇڏ."

مان ميز تان اٿي ڪڙو ٿيم، تنهنجو هٿ دٻائي اتان تيزيءَ سان اندر هلي ويم. ڪمري ۾ پهچي مون ڪڙڪر ٻڌو، تون مون پويان اندر آئي هئينءَ. مون ڏي ڏسندي چيئي

"ائين ڪيترا ڀيرا ڪندين ۽ گهٽيون معافيون وٺندين."

مون ڪجهہ نہ ڪڇيو هو، تو ويجهو اچي منهنجي وارن کي ٽلڪي ڏني هئي ۽ ٻاهر هلي وئي هئينءَ.

---

انهن ڏينهن ۾ آئينو، منهنجو يارُ، مون کي الاءِ ڪيترا مرڪندا، ڇهڪندا روپ ڏيکارڻ لڳو. هي مان هئم جنهن جي لاءِ ڪنهن جون نظرون ڳولا ڪن. ڪو خوبصورت وجود منتظر هجي. واهہ ڙي مالڪ....
يا تہ ڪو بدصورت نہ ڀانئيندو هو، يا هي هيڏيون مهربانيون. مان جهٽ پٽ ۾ خوش مزاج ٿي ويو هئم. سيئي حيران هئا تہ هن هاديءَ جو ڦِرڪو ڪيئن ڦريو آ. هي آدم بيزار انسان پاڻ ماڻهو ڪيئن ٿي ويو، ۽ سندن ان

عجب تي مان ليڏين اکين سان تو ڏي ڏسندو هئم، ۽ تون ڇپن ۾ مرڪندي هئينءَ. ڇڻ چوندي هجين
”مون نہ چيو هو تون ضرور بدلجندين.“



اوچتو امان وارن جي واپسيءَ جو پروگرام ٺهي ويو. جنهن ڏينهن روانگي هئي تہ تو صبح جو سوير منهنجي ڪمري جي دَرَ تي ناڪ(Knock) ڪيو هو. مان انَ رات عجيب عذاب ۾ هئم. گذريل ڪن ڏينهن کان تو سان ملڻ نہ ٿيو هو، ڪو موقعو ئيَ نہ مليو هو ۽ اڄ صبح تي روانگي هئي. ان مهل مان چادر وجهيو ليٽيو پيو هئم، الاءِ ڇو دل چيو اها تون هوندينءَ. مون چادر پري ڪئي، تون پيرن کان بيٺل هئينءَ.
”تون در نہ کڙڪائيندي ڪر، تنهنجي اچڻ کان اڳ ئي هتي هُڪ واسُ اچي ويندو آ، پوءِ اهو کڙڪو کهڙي ڪم جو“
تو خفيف مرڪيو هو، هٿ ۾ چانهن جا ٻہ مگ هُيَئي، هڪ مون کي ڏئي تون خاموشيءَ سان پيرن وٽ اسٽول تي ويهي رهينءَ.
”اتي ڇو ٿي ويهين“
الاءِ ڪيترا لمحا تو مون کي ۽ مون تو کي لِڪَ ٻڌي پٺي ڏٺو، خاموشيون وڏنديون ويون، وقت ٽهندو، ڪڏندو ڊوڙندو رهيو. تو نڙيءَ تي هٿ رکيو، منهنجي وات مان نڪري ويو
”سُورُ ٿئي ٿو“
”نہ“

تو اچاريو، آواز ڪجهه پريل هيئي.

"مان سمجهندو آن تہ صرف منهنجو آواز ئي ننڍ مان اٿڻ کان پوءِ ڳرو هوندو آ، هتي تہ تو سان بہ اها ڪار آ."

مون مرڪيو، چاهيم ماحول ڪجهه خوشگوار ڪيان.

"تون پنهنجو مڪمل خيال رکجانءِ، ماني وقت تي کائجانءِ ۽ ڪجهه نارمل ٿيڻ جي ڪوشش ڪجانءِ"

تو هڪدم چڻ ڦاٽ کاڌو.

"تون تہ پن ڏينهن پر چارج وئي مڪمل وائف ٿي وئي آهين."

مون مرڪيو، هيءَ ايترو چوڻ لاءِ ايڏو جلد موٽ وٽ آئي آ. تون هڪدم شرمائجي وئي هئينءَ.

"تون ڏاڍو ڪمينو آهين"

"اها اڌوري راءِ آ، مڪمل نہ ڪندينءَ"

"مان صرف راءِ مڪمل نہ ڪندس، پر تو کي بہ مڪمل ڪندس."

تو مرڪيو هو، الاءِ ڪيترا لمحا سرڪي ويا هئا. مان چانهن جا ڍُڪَ پريندو رهيم، مگ خالي ٿيو تہ تو ونڻ لاءِ هٿ واڌيو، مون مگ پاسي کان رکي خالي هَٿَ سِڌا ڪريُ وڌايا، تون ڪجهه لمحن لاءِ بيهجي وئي هئينءَ ۽ پوءِ هَٿَ وڌائي منهنجي هٿن تي رکي ڇڏيا هيئي. مان عجيب ديوانگيءَ سان تو کي ڏسندو رهيم، تون عجيب ڪيفيت جو شڪار هئينءَ ڪجهه قربتون هيون ۽ ڪجهه فراق جو ڏپ.

"مان، تو لاءِ آن، تنهنجو ٿيڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندم، تون مون لاءِ منهنجو ٻارن جي انبوهہ پر اڪيلو هُوندي، پسنديده رانديڪو آهين، ساهہ پر سانڍيڻ جهڙو، مان تو کي ڪيئن ڀڄندم."

---

پوءِ تو وٽان آيم تہ ڇا نہ ٿي ويو، مون اندر. مون ميوزڪ ڪلاس ڇڏي ڏنو، ٽائپنگ سکڻ تان هٿ کنيم، سڄو سڄو ڏينهن گهر رهڻ لڳم. سيئي حيران هئا پر مون کي تہ هڪ نئي احساس هئو، سٺو ٿيٺو آ ۽ سٺو ٿي ٿي هُنَ سامهون ويٺو آ.

ان عرصي ۾ ڪڏهن ڪڏهن فون تي تنهنجو آواز نصيب ٿيندو آ، ڪجهہ لمحن لاءِ، جڏهن تون فون ڪندي هئينءَ ۽ مان رِسيو ڪندو هئم، ۽ ڪٿي اديءَ کي سڏيندو هئم. ان هڪ لمحي لاءِ تہ الاءَ ڪيڏي مهل فون ڪرين، مان سڄو سڄو ڏينهن فون جي پرسان ويٺو هوندو هئم، هر گهنٽي ڄڻ دل جو رِسيور کڻائيندي هجي.

ان ڏينهن تنهنجو فون آيو، گهر ۾ ڪو نہ هو. فون کنيم تہ تنهنجو "هلو" ٻڌي منهنجو گلو ڄڻ خشڪ ٿي ويو.

تو وري سڏيو "هلو، ڪير آ بابا"، تو ڪو ٻار سمجهيو هو.

"هادي"

ڪجہ لمحا چپ هئي.

"توهان ڪيئن آيو"

"بلڪل ٺيڪ."

"ٻيا سڀ"

تو شايد پنهنجي موضوع تي ڳالهائيندي شرم پئي محسوس ڪيو.

"گهر ۾ ڪو ئي بہ ڪونهي." مون جملو ڏِڪَي ڪڍيو.

"ڪاڏي وياهن ڇا؟"

"ها، گهمڻ ويا آهن."

"هتي بہ ڪو ئي ڪونهي ڪو، سڀ ڪم سان ويا آهن."

منهنجو چڻ سڄو وجود خوشبوئن ۾ ويڙهجي ويو.

"پوءِ تون مون سان الاهي ڳالهيون ڪر."

"توهان وري به هُن سان ڪو نه ويٺو، حالانڪ مون ڪي پَڪَ هئي توهان پاڻ کي بدلائي هن سان ڪمپني ضرور ڪندا." تنهنجي لهجي ۾ شڪايت هئي.

"مان جي وجان ها تہ تنهنجو فون ڪير رِسيو ڪري ها.... هان.... مون کي تنهنجي فون جو الاهي انتظار هو." مون چڻ ڦات ڪاڍو.

تون ڪيترا ئي لمحا چپ هئينءَ، مون ئي ڳالهايو

"يقين ڪر فوزي، مان الاهي بدلجي ويو آن، گهٽائي ڪم چڏي ڏنا اٿم، سڏرڻ جي ڀرپور ڪوشش پيو هيان."

"مون کي خبر پوندي آ پئي، فون باقي چا لاءِ ڪندي آن."

تنهنجو لهجو مون لاءِ چا هو؟.... الاءِ چا هو، جيترو ڳُڙ وجهين پئي شايد اوترو ئي چاهت مون کي مٺي پئي لڳي.

"مون ميوزڪ ڪلاس چڏي ڏنو آ، ٽائپنگ بہ بس ڪيم... نيڪ آ نہ. ان کان سواءِ هاڻي اميءَ، آپا، ادا سيني جي ڳالهہ بڌندو آن، پنهنجي پارن مڃڻ جي ڪوشش ڪندو آن. نيڪ آ نہ." پنهنجو پاڻ کي بلڪل ٻار پئي لڳس.

"بڌ، هادي، رسيور پنهنجي ڳل تي رک، مان تو کي ڀڀي ڪرڻ تي گهران." مون رسيور ڳل سان لڳايو، پريان تو مائوٿ پيس کي چميو، منهنجو ڪنُ چڻ وڃي ويو.

"ائين چو ڪيئي؟" مان ڏاڍو خوش هئم چپ چڻ خودبخود مُرڪندا هجن.

"توهان مون کي هن مهل نه بلڪل پار ٿو لڳين، شفقت لاءِ ترسيلُ"

" ۽ توهان مون کي منهنجي ماءُ جيڪا شايد ائين نه ڪندي هجي."

"توهان مڪمل ڪمينو آهين"

"چڱو ٿيو تو اڄ پنهنجي راءِ ته پوري ڪئي."

"اڄ نه مون کي الاءِ ڇو توهان صبح کان ڏاڍو ياد آئين، معمول کان گهڻو. منهنجي دل الاهي ساترو ڇيو، اڄ تو سان ڳالهايان، خوب ڪچهريون ڪيان."

"ان ڪري گهر وارن سان گڏ نه وڃڻ تي ڪاوڙ ظاهر ٿي رهي هئي"

"نه ته، اهو ته مڙني شو هو."

"ته سرڪار شو آف به ڪندي آ."

"ڪنهن ڪنهن سان."

اسان الاءِ ڇا ڇا پئي ڳالهايو، وري چپ ٿي وياسين، ٻنهي طرفن خاموشيون هيون.

"ٻڌ، مان تنهنجا ساهه کڻڻ سگهان ٿي."

"۽ مان تنهنجي اکين ۾ نهاري سگهان ٿو."

"مون کي ڪيترو ياد ڪيو هيئي اڄ؟"

منهنجي آواز ۾ مون لاءِ الاءِ ڇا هيو، منهنجو آواز خود مون لاءِ اجنبي هو.

"توهان وسرندو به آهين." تنهنجي آواز ۾ خمار هو.

"پراڻا ڊائلاگ هئي ڳالهه ٽار نه، سنڌون سڌو ڪجهه ته چئو نه "مون لاءِ تنهنجي واتان ڇا ٿي ٻڌڻ گهريو.

"تون هتان ويو هئين نه، ته مون انهن صوفن جي هٿين کي به چميو هو جتي تو هٿ رکيو هو." تون جملو چئي چپ ٿي [illegible] هئين.
مون اڻ ڪيئن چيو "هن مهل خبر ٿئي منهنجي ذهن ۾ [illegible] ي؟"
"ڇا مي"؟"
"اوهان پنهنجي گهر جي ڪُشادي ٻڌر مان
پرين جي پکين کي اُڏاري نه ڇڏجو
ڏئي پيار دل مان ڌڪاري نه ڇڏجو
اسان کي او سهڻا وساري نه ڇڏجو."
"منهنجو پيار تو کي ماريندو ڇا؟"
"نه، اهو ته هاڻي حياتي ٿي ويو ا."
"خدا تو کي سلامت رکي."
"تون مڪمل ڇوڪري آهين يار، مٺان واري ٿيندڙ، دعائون ڪندڙ."
"۽ تون مڪمل ڇوڪرو، ضدي، اکڙ."
"پئي مڪمل آهيون تڏهن ته هڪبئي لاءِ خلقيل آهيون."
"هاڻي فون رکان."
"ڪير آيو اٿئي ڇا؟"
"نه، پر مٺان اچي وڃين."
"ٻلي."
"بڌ، پاڻ کي اڪيلو نه پانئجانءِ، رب ڪو به غم ويجهو نه آئيندءِ، مان ته روز تو لاءِ دعائون گهرندي آن، هاڻ ته مان نماز به شروع ڪئي آهي."
"چڱو، هاڻي اجازت."

مون چاهيو ٿي ان کان اڳ جو تون فون رکين، مان رکان.

"هادي، موڪلائيندين ڪو نہ."

تنهنجو آواز نہ هو ڄڻ خوشين جو ڪو خزانو هو. مون مانُ ڪري مائوٿ پيس چُمي ڇڏيو هو، پريان تو بہ ائين ئي ڪيو هو.



محبتون فاصلن ۽ وقت جي درميانيَ وقفن ۾ وڌنجنديون رهيون، تو مون کي بقول تنهنجي دل جي گهراين سان گهريو هو ۽ مون پنهنجو هر جذبو ۽ ان ڪارڻ خلقيل هر رشتو، تو نالي ڪيو هو. مان تو سان ملڻ نہ اچي سگهندو هئس. بس ڪڏهن ڪڏهن فون تي پيو ڳالهائيندو هئس، ۽ انهن لمحن ۾، انهن جداين جي پلن ۾ مون کي لڳندو هو تون مون کان ڇڄي ويندينءَ، الڳ ٿي ويندينءَ ۽ تو کي منهنجي ان خوف تان کل ايندي هئي.

"ڇريو آهين ڇا؟"

تو ڪليو هو، الاهي خوبصورت. اهي ئي لمحا هئا شايد، جن ۾ مون تو کي فون تي ڳالهائيندي پنهنجي اندر جي ان خوف کان آگاهہ ڪيو هو.

"نہ، آهيان نہ، جي تو ڇڏيو تہ ٿي ويندم."

منهنجو لهجو نہ هيو ڄڻ ہَنَ ڇٽي رهيا هئا، ۽ منهنجو وجود خالي ڏارن ۾ تبديل ٿي رهيو هو.

"هادي، سُڏرنديں ڪو نہ، اڃان نہ تو ڇڏين اهي ڳالهيون."

مان چپ هئم الاءِ ڪيترا لمحا چُپُ هئي.

"وري ڪنهن ڪجهه چيو ٿئي ڇا؟" تو ئي ڳالهايو.

"پَرينهن ادا بلاوجهه ذليل ڪيو، سيني سامهون ڏاڍا دڙڪا ڏنائين. اهو ته امان چيس ته ڏاڙهيءَ سان اچي ٿيو آ هادي، ائين نَهيوَ ته سيني سامهون هن کي ذليل ڪرڻ، تڏهن بس ڪيائين."

تون بلڪل چپ هئينءَ، مون ڇڻ تو وٽ فرياد داخل ڪيو هو ۽ هن مهل شُنوائي هجيم.

"ڇاڻان ٿي مان، تنهنجي گهر جو ماحول تو لاءِ سازگار ناهي."

"ڏس نه مون الاهي ڪوشش ڪئي آ، تو چيو ته مون هنن سان گڏجڻ جي لاءِ سڀ ڪجهه ڪيو آ، سيني جي ڳالهه مڃي آ، هنن جي هر ڪا زيادتي برداشت ڪري ويو هوندم، پڏاءِ ان ڪان وڌيڪ ڇا ڪيان؟"

"ڇا تو ڪري سگهين پيو؟"

"ڇا چوانءِ، منهنجو شايد مقدر ئي اهڙو آ. ڪڏهن به ته ڪو پيار ڏيندڙ نه مليو آ. بس هڪ پاڙي ۾ ماسي رهندي هئي ان ئي پالئيو، ۽ تو کي خبر آ فوزي، مان هن دنيا جو نالائق ترين ماڻهو هوندي به هر جمعي تي ڪوشش ڪري هن جي قبر تي ضرور ويندو آن. تون ئي پڏاءِ جيڪو چاهڻ وارو مليو سو به ڇڏي ويو ڪو ٽڪيو ئي ڪو نه.... بس ان ڪري سوچان ٿو هاڻي تو آهين سرمايهءِ حيات. متان تون به ڇڏي وڃين."

"مان ڇا چوانءِ، تو کي مون تي الاءِ ڇو نه ٿو اعتبار اچي."

"ڏس فوزيه، سڀ ٻيڙيون ساڙي ڇڏيون اٿم، ڪجهه نه بچيو آ. هاڻي ته ڪا به شئي پنهنجي لاءِ نه رکي اٿم، خبر ٿئي... مان جي ڪنهن دڪان تي پين وٺڻ ويندو آن ۽ دڪان وارو ان ۾ مس وجهي، خالي پنو اڳيان ڪري، نب چيڪ ڪرڻ لاءِ چوندو آ نه، ته مان هميشه تنهنجو ئي

نالو لکندو آن..... منهنجي هر ڪاپيءَ تي پهرئين پيج تي تنهنجو نالو هوندو آ، الاءِ ڏينهن ۾ ڪيترا پيرا مان تنهنجو نالو لکي، ڊاهي ڇڏيندو آن."

"تون چا تو سمجهين اهو سڀ تو وٽ ئي آ."

"مون ائين تہ ڪو نہ چيو." مون مرڪيو.

"هادي مان آريز(Aries) آن، منهنجي ڪمري ۾ ورگو (Virgo) جو Birth- Sign لڳل آ، سڀ پڇندا آهن اهو ڇو لڳل آ، مان ڇا چوان تہ ڇو آ."

"منهنجي Birth- Sign جو تو وٽ ڪهڙو ڪم؟" مان آهستي آهستي شوخ ٿيندو ٿي ويم.

"تنهنجو پوءِ منهنجن خيالن ۾ ڪهڙو ڪم؟"

"ڇو اتي بہ مان ئي هوندو آن ڇا؟"

"نہ ڪو بيو هوندو آ." تون چڙي وئي هئين.

"ڪير آ اهو ڪمينو؟، اڌ آ يا مڪمل؟"

"مڪمل ئي آ"

"پوءِ تہ وڏو....."

تو منهنجو جملو ڪٽيو هو

"منهنجي Birthday تي ايندين؟"

"نہ"

"ان کان هڪ ڏينهن اڳ ، جنهن تي مون لاءِ سال ختم ٿيندو."

"نہ"

"ڇو؟"

"مان اڳ بہ تنهنجي گهر گهڻو نہ آيم، هاڻي آئي اڄان مهينو کن

مَسَ تيو آ، ائين ڪيئن اچان."

"مان ان ڏينهن تو کي ڏسڻ ٿي گهران، سالُ ته تو کي ڏسي ختم ڪيان نه." تنهنجو لهجو نه هو الاءِ ڇا هو.

"پوءِ مان هيئن ٿو ڪيا، تنهنجي گهر جي گهنٽيءَ مان لنگهندم، تون وقتُ ڏي، ان مهل گئلريءَ ۾ اچجانءِ هڪبئي کي ڏسي وٺون ته پوءِ مان موٽي ايندم."

"ڪيڏي مهلَ ايندين؟"

"جيڏي مهلَ چوين"

"صبح جو سوا ڏهه"

"ٺيڪ ، تون هيئن ڪجانءِ، تو وٽ هُو ميرون ڪلر جو جوڙو آ نه."

"ڪهڙو؟"

"اهو ٿي جنهن ۾ تو مون سان پهريون پيرو ها ڪئي ٿي."

"ها"

"سو پائجانءِ، هلڪو ميڪ اپ هجڻي ۽ ها وار ضرور کليل رکجانءِ."

"هي تون مون کي تيار ٿو ڪرين يا مانيءَ جو مينُو ٿو ٻڌائين."

"ڪل نه، مذاق نه اڏاءِ منهنجو..... ڪو ته روپ هجي مون لاءِ جنهن تي مون کي پورو حق هجي."

"چڱو سرڪار حاضر، ۽ توهان مهرباني ڪري اڇي سلوار قميص پائيندا."

"ڇو؟"

"ان ۾ سٺو لڳندو آهين." تون ڇڻ شرمائجي وئي هجين.

"سلامت رهين."

"اها دعا نہ ڪندو ڪر، پنهنجي لاءِ رکي ڇڏ."

"تون سلامت هوندينءَ تہ مان هوندم نہ."



اَن ڏينهن تي تو وٽ اچڻ لاءِ تيار ٿيم پئي تہ خبر پئي، ادا ڇني ويو هو هاديءَ کي ڇٺجو ڪاڏي وڃين نہ، گهر ضرور هجي. امان نياپو پهچائي مطمئن ٿي وئي ۽ الاءِ ڪيتري دير سوچي مان تو ڏي هليو آيم. سوچيم ادا جا جيڪي مهمان ايندا سي منجهند جو مانيءَ تي ئي ايندا، سوا ڏهين تو سان ملان، ٻارهين بجي تائين گهر پهچي ويندم، هن کي محسوس بہ ڪو نہ ٿيندو ۽ مهمانن جو آڌر ڀاءُ بہ ڪري وٺندم.

تو ڏي آيم تہ ٺيڪ سوا ڏهين تو گئلريءَ ۾ مُنهن ڪڍيو، مون هيٺ درزيءَ جي دڪان تي بيٺي تو ڏي نظر ڪئي، تُون ان مهل الاءِ ڇا هٿينءَ، ان جوڙي ۾ ان سان گڏ منچنگ ميڪ اپ ۾ تون ڇا نہ هئينءَ، الاءِ ڪيترو عرصو گذريو تون اتي ئي بيٺي رهينءَ. مون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ ڇٺن ئي پاسن تي دڪانن ۾ ڇڻ اکيون ئي اکيون هجن، تون اتي ئي بيٺل هئينءَ تہ مان اتان نڪري آيم. نڙي الاءِ ڇو پرجي آئي هئي. اکين ۾ ڇڻ تون اٽڪي پئي هئينءَ. مان ڪيڏو نہ مجبور هئس پر اها راهہ بہ تہ مون پاڻ ڳولي هئي.

گهر موٽيس تہ ادا ٻاهر ٿيو پيو هو، ڪيس سندس بيعزتيءَ جو احساس هو.

"ڇڻي ويو هئم توهان کي نواب صاحب تہ گهر هُجِجَو.... ويا ڪاڏي هئو؟"

"ڪم سان ويو هئم."

"ڪهڙا ڪم رُلي مٿاڻوَ؟"

"هئو ڪو."

"بس هئو ڪو" هو گجيو" خبر هئي مون کي تنهنجن افعالن جي، تڏهن تہ مان پاڻ هلي آيم، منهنجي مهمانن کي رِسيو ڪندي تو کي هوندئي پرو چڙهندو آ."

مان ڪنڌُ جهڪائي بيٺو رهيم، هو هليو ويو تہ امان آئي، مان انهن ئي بيٺو رهيم، "ڪيڏانهن ويو هئين، صبح نياپو تہ ڏئو هئومانءِ."

هن منهنجي منهن ۾ نهاريو

"ويو هوندو رول تي."

اديءَ رڌڻي مان ڳالهايو، مان چپ رهيم.

"هادي ڇو تو ڪندا ڪڙا ڪرين پنهنجي راهہ ۾. اجان هنَن جي ڪُلهن تي آهين، ڪهڙو ڪمائين ٿو، هو تو کي پڙهائين ڳڙهائين ٿا. هنن جو حق آهي تو تي."

"مون ان ڪان انڪار تہ ڪو نہ ڪيو آ. مان تہ هميشہ ماني ڪارائڻ مهل حاضر هوندو آن، اڄ نہ هئم، سو بہ مهان اجان آيا تہ ڪونهن. ايندا تہ مان موجود آن."

"هاڻي تنهنجي موجودگي ڪهڙي ڪَمَ جي، هاڻي ادا پاڻ آيو آ. تون وڃ، وڃين پنهنجي اَڌُ رول پورو ڪري آءُ."

اديءَ هڪ ٻيو تيرُ هنيو مان ڇڻ پڙڪي اٿيم.

"مان تنهنجو تہ نہ ٿو کاوان، تون ڇو ٿي ايترو ڳالهائين."

"شرم کر مون تي دوڙا نہ ڦوٽار، ڪم نہ ڪرٽو ٿشي تہ ادا کي سڏو سنٿون چو نہ ٿو ڇٽين."

مون کي خبر ڪو نہ هئي، ادا ڪو چپ چپات ۾ منهنجي پريان اچي بيٺو هو ۽ اديءَ ڇاٽي واٽي اهو سڀ ٻڌاليو هو. هو مون ڏي نهاريندو رهيو، سمجهيم چماٽ هڻي ڪڍندو، پر بس ڪري هليو ويو، اديءَ رڌڻي جي دريءَ مان مون ڏي نهاري ٺوڪ طور مرڪيو، امان ٿڌو ساهہ کنيو.

"ڏاڙهيءَ سان اچين ٿيو آهين، الاءِ ڪڏهن سُڌرنديين"

مان چپ ڪري هليو ويم، منجهند جو ماني کارائي واندو ٿي مون گهر کان ٻاهر جو رخ رکيو. ۽ ٿتل ڏينهن ۾ هڪ باغ جي ڪنڊ ۾ ويهي مون خوب رنو." هي سڀ ڇاهي جيڪو مان پوڙهيان پيو، ۽ ڇا ان سيني شين جي مان لائق آن ۽ ڇا اڄ ايڏو ڪو ڏوهہ ٿيو هو جو هُو ائين چون ها." ۽ ائين ئي رئندي مون کي ياد آيو، اڄ ٿنهنجي ارڙهين سال جو آخري ڏينهن آ، ان کي مان ائين چو ملهايان، مون ٻوڙها اگهي ڇڏيا، کيسي ۾ ڏنم ٻارنهن روپيا پيل هئا، ڇپن تي مرڪ تري آيم

"ڪم ٿي ويو."

اهو باقي وقت مون ڪُليَل آسمان هيٺ ٿو سان الاهي ڪچهري ڪئي، شام جو هڪ فروٽ ڪيڪ ورتي ان جا ٽُڪَرَ ڪري، مون باغ ۾ آيل تقريبن هر ٻار کي ڪيڪ کارايو.

ان رات مان گهر الاهي دير سان آيم، ڏهَہ ٿي ويا هئا، گهر ٻاهر آيم تہ در کليل هو، سوچيم ربُ خير ڪري، وري الاءِ ادي ڪو نئون ٻارڻ ٻاربندي الاءِ ڇا. گهر اندر پهچي مان دالان ۾ ئي ليٽي پيم، اندر چوٻول مڃل هو، الاءِ ڪهڙا مهمان آيل هئا. حق تي در کليل مليو هو.

مان اتي ئي چپ چاپ پنجي رهيس. اندران اديءَ جي ڪِلڻ ۽ ادا جي ٺهڪن جا آواز پئي آيا.

الاءِ ڪيترو وقت گذريو ۽ ان مهل مون ٻڌو

"هادي اڃان ڪو نه آيو ؟؟"

اهو ماسيءَ جو آواز هو، مان ڇرڪجي پيم، ميءَ هتي ڪيئن؟ ۽ مٿان تون به آئي هجين. پر صبح تہ مون تو کي ڏٺو هو، تون ڪيئن هونديءَ هتي.

۽ اتي ئي مون تنهنجو آواز ٻڌو "ايندو سڄڻ سائين الا منهنجو ايندو ڍولڻ سائين"

تو سڻون پئي جهونگاريون ۽ ان مهل اديءَ چيو

"ڍولڻ سائين اچي نہ اچي، تون پتو تہ اچل، تنهنجي واري آ."

"ايندو ڇو نہ، پر چال ڇا جي آ؟" تو ڪليو پئي.

"جيستائين اچي، تيستائين تہ رنگُ اچل."

اديءَ به ٺهڪ ڏنو ۽ ٻاهر الاءِ ڇو مان وري وٺجڻ لڳم

"پاڻ کي سنڀال هادي، ڇا تو ٽيئي؟..... هوءَ اندر اديءَ سان ڇو تي کِلي..... ڇو نہ کِلي؟..... پر مان جو اداس آن.... تہ ان جي هُن کي ڪهڙي خبر؟....... تون هن جي خوشين کان سڙين ٿو ڇا... نہ نہ .... هونئن اهو وسار نہ تہ انهن ڇپن ئي تو کي مُرڪڻ سيکاريو آ........"

۽ مان ڪيئن ڇڻ اندر ڏُوڪيندو آيم.

"اڄهو آيو اٿوَ."

ادا ماسيءَ جو ڏيان مون ڏي ڪيو، مان سندس پيرن ڏي جُهڪيس

"ڪٿي آهين تون..... يڪو ڳر."

"اهو نہ پڇوس، چوندو ڪم سان ويو هئس ۽ جي پڇندئوس نہ، تہ ڪم ڪهڙو هو تہ هڪدم چوندو هئو ڪو."

ادا جي جملن سان چئن ئي طرفن ٿهڪن جون صدائون بلند ٿي ويون، ۽ انهن لمحن ۾ ئي مون نهاريو، تہ مون ڏي ڏٺو پئي. انهن نظرن ۾ الاءِ ڇا هو، الاءِ رحم، الاءِ محبت. مان چپ چاپ اتان اٿي ڪمري ڏي هليو ويم.

ان رات اوهان سڀ ڪچهريءَ ۾ لڳا پيا هئا. مون ماني گرم ڪري، ٻاهر ميز تي رکي ۽ اجان پاٽيءَ جي بوتل فرج مان ڪنيم پئي تہ گهڙيال ٻارنهن جا ڏڪَ هنيا. منهنجون نظرون تو ڪي ڳولڻ لڳيون، تون اندر ادا سان گڏ ويٺي هئينءَ. تنهنجي ڇَمَ جو ڏينهن شروع ٿي چڪو هو ۽ مون ڪي مبارڪ ڏيڻي هئي نہ، پر تون تہ اندر هئينءَ. مان ماٺ ڪري ڳرَهَ ڪڻڻ لڳس، ٽڙي ڇڻ ڳهٽيل هئي، ان وقت اندران تنهنجو آواز آيو.

"اڇ شهلا، پاٽي پي اچون."

تو شايد اديءَ کي سان ڪڻڻ تي گهريو، ڪجهہ لمحا رکي تون ۽ ادي، فرج ڏي هليا آيئو. ويجهو ئي مان ڊائننگ ٽيبل تي ويٺو هئم.

"ماني پئي کاڌي رجين، ليٽ ڊنر."

تو ٽرڪ طور مرڪيو، مون ڪجهہ نہ ڪڇيو، ڪنڌ هاڪار ۾ لوڏي ڇڏيم.

"توهان ڪڏهن وقت تي ڪو کاڌو، کاڌو بہ آهي؟"

تو ٻيو جملو اچليو، لڳم سخت ناراض آهين.

"نہ ڇئينس، اڄ ادا اڳ ئي ڪيس الاهي ڏڙڪا ڏني چڪو آ."

اديءَ کي الاءِ ڇو مون تي قياس پئي آيو، شايد تو سامهون

مهربان ٿي هئي.

"منجهند جو ماني ڪارائڻ مهل نه هوندو ته ادا ڪيئن نه ڪاوڙبو."

تو شور سان مون ڏي نهاريو، ڄڻ چوندي هجين "اڃان نه سڌريو آهين."

مون مانيءَ سان هٿ ڪڍي ڇڏيو ۽ ان مهل ٿي دالان ۾ ليٽيل ماسي رحيمان الاءِ ڪيئن بڙ بڙ ڪئي.

"ابو مانيءَ تي هئو امڙ، بس صبح جو ڪنهن ڪم سان نڪري ويو هو، انهن ڏاري... پوءِ سادي پارنهين موٽي آيو هو."

اها مڪ نوڪرياڻي هئي جيڪا ڪيڏي مهل ڪو جملو منهنجي لاءِ چئي ويندي هئي، مان آيم ته ليٽيل هئي ۽ مون ڪيس نه اٿاري، پاڻ ماني گرم ڪئي هئي، شايد ان تي راضي هئي. تو حيرانيءَ سان مون ڏي نهاريو هو، مان مان ڪري اٿي اندر هليو آيم. اندر ڪمري ۾ اونده هئي، مون بيڊ تي ليٽي اکيون بوٽي ڇڏيون، اکين جو ڪنڊون ڪرم پاڻيءَ ۾ پڇڻ لڳيون ۽ ان مهل تو مون کي ٻانهن کان جهلي لوڏيو

"پاڻي هاڻي."

اونده ۾ تون پاڻيءَ جو گلاس کنيو بيٺي هئينءَ، مون خاموشيءَ سان تو ڏي نهاريو "تون مون سان جڏهن به رات گڏ هجين، ڪٿي به هجين، مان تو لاءِ پاڻي ضرور کڻي ايندي آن، هتي وسري ويئي ڇا؟"

مون گلاس جهلي تو ڏي نهاريو.

"سڀ سڄا پيا آهن، تو ريج هلي." مون سربات ڪيو.

"نه ويندم مان."

تو منهنجي ٻانهن جهلي، مون ڪنڌ ڦيري ڇڏيو.

"ڪير ڏسي نہ وٺي"
منهنجي ٽڙي گهٽيل هئي.
"پلي ڏِسي"
تنهنجي لهجي ۾ ضد هو، منهنجو ڪنڌ اجان بہ ڦريل هو، تو هٿ وڌائي منهنجو ڳِل ڇهيو، اهو آلو هو.
"هادي منهنجي جان "تو منهنجو منهن جهڪڙي ورتو" روئڻ پيو..........."
"نہ تہ" مون ڇِيت ڏني.
"يار آهين صفا.... ائين ڪبو آ، مرد آهين، روئين ٿو." تو مون کي ڪُلهن کان جهلي ورتو.
"منهنجي ڪنهن جملي ڏڪ ڏنئي ڇا؟"
"نہ" مون نهڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو، تون منهنجي پلنگ تي منهنجي پرسان ويهي رهئين.
"منهنجي دل چيو تون اهو پهريون ماڻهو هجين جيڪو مون کي رات جو مبارڪَ ڏئي. پر تو کان پهرين ادا اهو ڪير تہ مان چڙي پيس."
"مان ڪيئن مبارڪ ڏيانءِ ها ادا جي موجودگيءَ ۾."
"۽ مون کي اها بہ خبر نہ هئي تہ تو کي خواهمخواهہ ڳالهوَ ڪاڏا آهن."
"اها تہ روز جي خوراڪ آ."
تو مون ڏي غور سان ڏٺو.
"مان خبر ٿئي چو آئي آن، هڪ تون صبح جو جلدي، بس بہ لمحا ويهي هليو آئين نہ، تہ سِڪَ پوري نہ ٿي، وري مان تو سان جنم ڏينهن گڏ گذارڻ ٿي چاهيان."

"مان هاڻي مبارڪ ڏيانءِ."

"ڏي"

مون تو کي ٻانهن ۾ جڪڙي ورتو، تنهنجي پيشانيءَ کي چيم، تون منهنجي ٻانهن تي آهلجي پئينءَ.

"تو ماني به پوري نه کاڌي نه."

"نه" مون تنهنجين اکين ۾ نهاريو" تو ڪائڻ ئي نه ڏني."

"مان آئينديءَ ائين نه ڪندم، هتي اچڻ سان تنهنجن گهر وارا تنهنجي افعالن جون لسٽون ڪنيون نه ته مان به چڙي پيم."

"تون ناراض نه ٿيندي ڪر، پيو آهي ڪير جيڪو منهنجو خيال رکي، مان هت هر هر پيو اهو سوچيندو آن، ته ڪڏهن تو کي به ڪنهن ٻئي جي ڳالهه تي اعتبار نه اچي وڃين ۽ مان تو کان پري نه ٿي وڃان."

تو منهنجي ٻانهن کي ٽيڪ ڏني، منهنجي ٺونٺ تي پنهنجا وار پکيڙي ڇڏيا. مون هڪ هٿَ سان تنهنجن وارن کي مُنهِ ۾ پري ورتو.

"مون کي تون ڪهين ٿو."

تو مرڪيو، مون تنهنجي وارن کي ٿورو مٿي ڪري، مُنهنُ انهن ۾ لڪائي ڇڏيو.

"۽ مون کي هي سڀ آسائشون، جيڪي صرف تو وٽ مون لاءِ آهن."

"۽ مان سڄي ساري ته تنهنجي آن."

"مون کي خبر ناهي ڇا، بس هي گهر وارا الاءِ ڇو مون کي نه ٿا ليڪين، نه ته مان ته هاڻي....." تو منهنجو جملو ڪٽي ڇڏيو.

"ڇاٿان ٿي، مان سڀ ڇاٿان ٿي."

۽ پوءِ تو ۽ مون سڄي رات هڪبئي کي ائين هڪ ٻئي جي ٻانهن

۾ ويهي تڪيو هو نہ. الاءِ ڇو، ان رات تہ ڪنهنجو ڪو بہ ڊپ نہ هو، الاءِ ڇو.

پوءِ الاءِ ڪيترين راتيون آيون، منهنجي زندگيءَ ۾ تنهنجي ساٿ سان ڀرپور، تنهنجي خوشبو هوندي هئي ۽ منهنجو وجود ڄڻ نڪ جون ٻہ ناسون، خوشبو واسڻ لاءِ آتو. مون ڇا نہ ڪيو تو لاءِ، وس پڄيم ها تہ شايد ساهہ بہ تو تي واري ڪيان ها. پوءِ خبر پيم، مان سيني جي سامهون ڀترو ٿي پيو هئم، ماسيءَ کي مون بابت خبر پئي هئي، مون توهان جي گهر اچڻ ڇڏي ڏنو، هاڻي تہ فون بہ گهٽ ڪندو هئس.

هڪ ڏينهن خبر پئي، ماسيءَ فون ڪري مون کي گهرايو هو، امان چيم ضرور وڃان. توهان وٽ آيم تہ هن تو کي شايد ڪيڏانهن موڪلي ڇڏيو هو.

"ويهہ" ماسيءَ غور سان مون ڏي نهاريو.

"مون ڪجهہ ٻڌو آ، سو صحيح آ؟" هن جون نظرون نہ ڄڻ ايڪسريز هئا.

"ڇا جي باري ۾؟"

"توهان جي باري ۾" هن ٽوڪ نہ ڪئي هئي، سنجيده هئي.

"جي" مون ڪيٽ ڏئي ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

"ڏس هادي، مان ظالم ماءُ ناهيان، اولاد مون کي جند جان کان وڌ پيارو آ. مون کي آهي بہ ڪير عزيز، فوزي ماشاءَ الله هاڻي جوان آ، ان کان پوءِ نازي آ، تنهن لاءِ کهڙي تڪڙ. اڃا اجان ٻار آ.... تون ٻڌين پيو نہ منهنجي ڳالهہ؟"

"جي..... جي جي." مان هڪدم ڳڙٻڙائجي ويم.

"ڏيان سان ٻڌ" هوءَ مرڪي "پاڻ کي ڪنهن لائق ڪر، هن دنيا

۾ ڪنهن بہ گڻ اوگڻ کي انسان نہ ڏسندو آ، سواءِ پئسي جي. پاڻ وٽ پنهنجو ڪجهہ ذاتي پئسو ڪر، ڪجهہ ملڪيت هٿ ڪر. ڪجهہ ٿيءُ پوءِ مون کي ڪو اعتراض ڪونهي. ڪجهہ ٿيءُ تہ فوزيءَ جو هَٿُ بہ ڏيان، نہ."

هن وڏيڪ الاءِ ڇا ڇا پئي چيو، مون کي تہ ڇڻ ڪجهہ ٻڌڻ ۾ ئي نہ پئي آيو. هي تہ ڪو بهار جي موسم جي وچ هو، خوشبوئن جو ساٿ هو ۽ لمحن جي سُرڪون هيون.



"ڏس آخر آهيان نہ خوبصورت. نہ هجان ها تہ ڪو تنهنجي ماءُ قبول ڪري ها ڇا؟... هونئن تون ئي ٻڌاءِ آهيان تہ ڪنگلو، جي اها خوبصورتي بہ نہ هجيم تہ شايد ڪو اک کڻي ڏسي." مون مرڪيو، تو کي ان مهل الاهي چيڙايم پئي.

"ڪير اکِ کڻي بہ ڇو؟"

"ها، تون جو ويٺي آهين پَٽَڻَ لاءِ."

"ٻيو نہ تہ" تو مرڪيو، هن مهل شرمايئي پئي.

"هَئي فوزي، ڪيڏو نہ خوبصورت لڳندو... تون مان گڏ جهاز جا ڏاڪا لهنداسين، اينر هوسٽس پاڻ کي خدا حافظ چوندي ۽ مان هن کي ڇڏي تو کي تڪيندم پيو....."

"سڪڻ جيان" تو جملو ڪٽي شرارت سان مرڪيو.

"اُونهون، ڳالهہ جو ڪارو منهن نہ ڪر، .... ها، تہ پوءِ هڪڙو بار تو کي چولي ڪان جهليندو، هڪڙو آنگر جهليندو ۽ هڪڙو ڪَڇَ ۾

ويهي، ڳچيءَ ۾ پيبل هار سان ڪيڏندو ۽ مان تو کان تڪڙو ڏاڪا هيٺ لهي ويندم ۽ تون......"

"مان ڏکُ هٿي ڪڍنديمانءِ، ڪمينا." تون سچي ڳاڙهي ٿي وئي هئينءَ.

"بس ايتري ۾.......... اڃان تہ جيڪي ٿي عدد تون گهر ڇڏي ايندينءَ انهن جو تہ ڪو ذڪر ئي ڪو نہ ٿيو آ....."

تو هڪدم منهنجي وات تي هٿ رکيو، مون تنهنجو هٿ چمي ڇڏيو

"تون ڪميني هجڻ سان گڏ واهيات بہ آهين."

تون صفا عجيب ٿي وئي هئينءَ. شايد مستقبل جا سپنا اکين ۾ لهي آيا هُيَئي.

"سانئڻ، اڄ کان اوهان منهنجي حڪم تي هلندؤ. جيئن مان چوندم تيئن ڪندؤ، ڪو بہ انڪار نہ ٿيندو، ڪا بہ نہ، نہ ٻڌان."

"حاضر" تو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

مان الاءِ چو ڳالهائيندي چپ ٿي ويو هئس، تو مون ڏي نهاريو پئي.

"عيد تي ايندين؟"

"خبر بہ ٿئي نہ ڪندم پوءِ بہ پڇين ٿي."

"چگو فون تي ڳالهائي ونجانءِ."

"ڪوشش ڪندم... ٻڌ، تون چوڙيون پائيندي آهين عيد تي."

"نہ"

"چو نہ؟"

"الاءِ ڪڏهن سوچ نہ ڪئي ٿم ان باري ۾." تو مون ڏي غور

سان نهاريو ٿي، الاءِ جا ٿي نهاريئي، مون ۾. مون پنهنجون ڪوليو ان مان پنجاهه روپيا ڪڍي تو ڏي وڌايم.

"ڇا هي؟" تو سواليہ نگاهن سان ڏٺو.

"سرڪار، هن عيد رات تي تون مينڌي ٻہ هڻنديئن، چوڙيون ٻہ پائينديئن..... اها تنهنجي منهنجي سات جي پهرين عيد رات آ نہ، جيستائين مان سان هوندم تون هر عيد رات ائين ڪجانءِ."

"ڇگو؟" تو پڻسا ورتا.

"تنهنجي ڪمري ۾ ڪند وارو پلنگ آ نہ، ان تي ويهي چوڙيون وغيره پائجانءِ، ۽ چنڊ رات جو ائين ڪان نائين بجي تائين ڊائننگ ٽيبل تي ضرور ويهجانءِ، مان اتي توکي محسوس ڪندم، تصور ۾ ٿي توکي چوڙين ۾ پريل ڏسندم، توکي ائين ٿي پيار ڪري ڇڏيندم."

"۽ مان هوائن مان پنهنجو حصو ضرور وٺندم."

تو مرڪيو هو ۽ مون تنهنجي هٿ کي هلڪو چهيو هو.

"هي هٿ، مينديءَ ۾ ڪيڏو نہ خوبصورت لڳندو."

تو منهنجي هٿ کي جکڙي ڇڏيو هو.

"ڪيڏو بہ لڳي، هوندو تہ تنهنجو نہ، تنهنجن هٿن ۾ جو هوندو."



پوءِ، ڪيتريون نہ عيدون گڏ گذريون، تنهنجيون منهنجيون ڪيتريون نہ رفاقتون هليون. مان وقت سان وڙهندو رهيم، توسان سات ڏيندو، تنهنجين چاهتن کي سان ڪٽندو، مان پوءِ هر فاصلو لتاڙي آيم.

اڳ واري زندگيءَ جو پاڇو بہ مون ۾ ڪونہ رهيو، پوءِ آهستي آهستي وقت آيو تہ مان بہ هن گهر جو گهڻ حيثيت وارو ٿي سڀني ۾ فرد ٿي ويم. سيٺي منهنجي سٽرڻ تي حيران هئا، پوءِ ادا بہ پنهنجو بزنس مون کي سيکارڻ شروع ڪيو. هاڻي مان بہ اڇي جوان ٿيو هئم، هڪ مڪمل مرد. ادا جي نفرت ختم ڪا نہ ٿي هئي، ڪجهہ جهڪي ٿي هئي. شايد هاڻي هن کي بہ ڪنهن پنهنجي جي ضرورت هئي.

مون ڏاڍو چاهيو هو پر پوءِ بہ پنهنجي ڪاوڙ ۾ خاموشي ختم ڪري نہ سگهيو هئم. بس اهي تنهائيون ئي تہ هيون جن ساٿ نہ پئي ڇڏيو.

تون اسان جي گهر آيل هئينءَ، هتي اچڻ ساڻ ئي توکي بخار ٿي پيو هو، مان گهر نہ هئم، پوياں امان وارن توکي ڪنهن ڊاڪٽر کي ڏيکاريو هو. مان آيم تہ خبر پئي سِتو تو وٽ آيم، تون سيني تائين چادر وجهي ليٽي پئي هئينءَ.

"ڪيئن آ طبيعت؟" مون رسمن پڇيو، پريان ادي جو ويٺي هئي.

"ٺيڪ آ." تو هلڪو مرڪيو، مون تنهنجي ڪَرائي ڇُهي.

"هي بخار لهڻ گهرجي."

منهنجو لهجو نہ هو الاءِ ڇا هو، مون کي پاڻ خبر ڪانہ هئي، ان ۾ ايترو پيار ڪٿان اچي ويو هو.

"لهي ويندو." تو دل سان ڪِليو هو.

مان نڪري آيس ۽ شام جو نند ڪري ڪمري مان ٻاهر نڪتم تہ تون سامهون لان ۾ ويٺي هئينءَ، بلڪل فريش، ڄڻ ڪا شيءَ ئي ڪو نہ ٿي هُيئي.

"ڪيئن آهين هاڻي؟" ان مهل اتي ڪوبہ نہ هو.

"تنهنجي آواز جيان ڳري."
"منجهند جو هلڪي ٽي وٺي هئين نہ ڇا؟"
"ها الاهي تيز بخار هو."
"پوءِ لٿو ڪيئن؟"
"بس لهي ويو." جڏهن چوندي هجين، تہ جو ڇيو هو تہ ڪيئن نہ لهي ها. هونئن اها هوندي بہ حقيقت هئي، مان بيمار هوندو هئس، تون رڳو فون تي ايترو چوندي هئينءَ، "اها بيماري لهڻ گهرجي." تہ بس همراهہ منٽن ۾ تيار. اسان تہ جڻ هڪٻئي کي ڪهڙي بہ بيماريءَ مان ٺيڪ ڪرڻ لاءِ آخري علاج هوندا هئاسين.

---

"تو سان گڏ رفاقتون بہ خواب مثل هونديون آهن."
"هونهن." تو مون ڏي تڪيو، ان سهل ڊرائنگ روم ۾ اڪيلا هئاسين، هاڻي هاڻي ادي ڪنهن ڪم سان ٻاهر هلي وئي هئي ۽ مون کي توسان ڳالهائڻ جا ڪجهہ لمحا مليا هئا.
"پيو نہ تہ وري، اندر الاءِ ڇو هڪ هڪ لمحي لاءِ پيو سڪندو آ."
"تون وجوديت جي ڪيتري قائل آهين."
"معنيٰ تہ."
"انسان کي ڪيتري حد تائين چاهي سگهندي آهين؟"
"اهو پاڻ کان پڇُ."
تو مرڪيو ان مرڪ ۾ شرم جو مڪسچر بہ شامل هو.
"هڪ ڳالهہ پڇانءِ؟" مان الاءِ ڇو سنجيده هئس.
"پڇ."
"مان جي فزيڪلي فٽ نہ هجان، ڪا بہ بيماري هجيم، ڪيترو بہ

اُونهين تہ بہ تون مون ساڻ هلنديئن؟"

تو مون ڏي غور سان ڏٺو هو.

"اهو تون ٿو پڇين؟"

"ها، مان ئي ٿو پڇان ۽ جواب ضرور ٿو چاهيان."

"تون بيماريءَ جي ڳالهہ ٿو ڪري، مون تہ توکي سيني اوڳٽن سان ڪنيو هو نہ پوءِ اهڙا سوال ڇو ٿو ڪرين؟ تون ڪيئن بہ هجين ڪهڙي حال ۾ بہ هجين مون کي کپين ٿو."

تو ان مهل پنهنجن ڪنن ۾ پيل والين سان ويني ڪيڏيو. اهي واليون تنهنجو منهنجو هڪ معاهدو هيون، مان جيستائين بہ ساڻ هوندس تيستائين توکي اهي واليون ضرور پهريل هونديون، مون تو ڏي غور سان تڪيو هو تو بہ ان مهل مون کي ئي پني ڏٺو، تنهنجيون اکيون ان مهل مون تي ئي اٽڪيل هيون.

ڪجهہ ئي ڏينهن ٿيا مون کي نڙيءَ ۾ ڇُڪو محسوس ٿيو هو، ڊاڪٽرن کان چيڪ ڪرايو هئم تہ خبر پئي هئي، ڪا وڏي گڙٻڙ آ. هتي علاج نہ ٿيندو، ٻاهر وڃڻو پوندو. هاڻي تہ ڪيڏي ڪيڏي مهل ٿُڪ ۾ هلڪو رَتُ بہ اچڻ لڳو هئم. مرض اڃان شروعاتي حدن هو. مون ڪنهن سان بہ ڳالهہ ڪونہ ڪئي هئي، بس دل ڇيو هو ۽ توکا پڇي ورتو هئم.

انهن ئي ڏينهن ۾ امان ۽ ماسيءَ وارن جو پنهنجن مائٽن ڏي هلڻ جو پروگرام ٿي ويو. سيني جو اهو حڪم ٿيو تہ هادي هنن ساڻ ويندو. مان هنن سيني سان گڏ روانو ٿيس. صبح جو سَوِيرَ واريءَ گاڏيءَ تي نڪتا هئاسين. تون گاڏيءَ ۾ چڙهي رهي هئينءَ تہ مون سُرہات ڪيو هو، "دريءَ کان ويهجان."

اديءَ برٿ وجي والاري هئي، امان وارا پنهنجي ڪچهريءَ ۾ لڳي

ويا. تون دريءَ کان ٽي ويٺينءَ، مان ٻاهرئين پاسي کان ڦري آيم. امان وارن کان لڪي، گاڏيءَ جي اوٽ ۾ بيهي مون توکي تڪيو. ان مهل پرهَ ڦُٽي رهي هئي ۽ تنهنجو خوبصورت چهرو، ان بِلُو شيشي ۾ الاءِ ڇا پئي لڳو.

"ڪيئن آهين تو جانِ مَن؟" مون شرارت سان مرڪي، ڌيمي آواز ۾ پڇيو.

تو اشاري سان چيو "ٺيڪ آهيان."

"ڳالهائين نه ٿي؟"

تو عجيب نموني سان مون ڏانهن تڪيو، ڄڻ ڪن ڪيفيتن جو شڪار هجين.

"نَاراض آهين؟"

تو نادڪار ۾ ڪنڌ لوڏي اشاري سان چيو، "هليو وڃ"

مان وائڙو ٿي ويم،

"ڇو؟"

تو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو مون غور سان توڏي نهاريو.

"ڪنهن روڪيو اٿئي ڇا؟"

"امان منع ڪئي آ ته اُتي هلي هاديءَ سان ڳهٽو فري نه ٿجانءِ، چڱو ناهي."

تون هٿ سان دريءَ جي پڙڇ کي ڪوٽڻ لڳينءَ، منهنجي دل چيو توکي چوان مون ڪيترا نه خواب ڏٺا هئا رات پيٽ ۾ ته اُتي ڪيترا نه موقعا ملندا تو سان تنهائيءَ ۾ گڏجڻ جا. اُتي منهنجي هڪ ڇوڪري پيڻ ڪيل هئي، مان هن سان توکي ملائيندم. تون هن سان دوستي رکجانءِ ۽ بهاني بهاني سان هن سان گڏجي مون سان ملڻ اچجانءِ، پر ڪجهه به

ته نه ٿيو. مان اُنَ هندَ تان هٽي ويس. چپ ڪري پنهنجي دڳي تي اچي وينس.

ان هيڏي ساري سفر ۾ مون ڪيڏي نه عذاب ڪي ڀوڳيو. جيڏي مهل به ڪنهن شيء شڪل جي پڇڻ لاء اوهان جي دڳي تي آيس ٿي تنهنجو رُخ ڦري ٿي ويو. مان دَرَ ڪان اچان پيو ته تون دريء ڪان ٻاهر پئي ڏسڻ لڳين. دريء ڪان اچان پيو ته تون اندر پئي نهارين.

اتي پهچي، مان ڪيئن نه پن-چڻ جو شڪار ٿي ويس. تون هُن سيني سان گڏ هوندي هُئينءَ، خوش، مطمئن، لمحن سان سرشار، ۽ مان هيڪلو، مٿئين ڪمري ۾ ليٽي رڪارڊ پليئر سان وينو ڪيڏندو هئس. هيٺ توهان جا گوڙَ هوندا هئا ۽ مٿي منهنجيون خاموشيون. هتي سيئي مون ڪان الاهي ڊڄندا هئا ته هن هاديء ڪي جُوجڪي ايندي آ ته ڪنهن جو به لحاظ نه ڪندو آ، هن ڪان پري رهو. انهن لَمحن ۾ روبينه، منهنجي پيٺ ٺي منهنجي ويجهو ايندي هئي.

"هوء ڏاڍي ڪلمڪ آ هادي ڀاءُ." هن اکيون ٽمڪايون، "توهانجي پسند واقعي گهٽ ڪانهي."

هوء مون وٽ مٿي آئي هئي، مان ائين ئي ليٽيو رهيس.

"هيٺ لهو نه، هي يڪو مٿي وينا ڇا ٿا ڪريو، بس رڳو ماني کائڻ لاء هيٺ لهو ۽ بس. هت رڳو ماني کائڻ آيا آهيو ڇا؟"

هوء لاڏ سان منهنجي ٻانهن جهلي هيٺ هلڻ لاء ضد ڪرڻ لڳي. دل چيو، چوانس هوء هُجي هن گهر ۾، مون ڪان پري، ته مان ڪيئن گذارو ڪري سگهندس. انڪري ته هيٺ نه ٿو اچان، پر هن ڪي ڇا چوان ها.

"تون هاڻي واندي ٿي آهين ڇا، رُبي؟"

"نہ واندي تہ مان الاهي دير کان هيم، پر فوزيہ سان کيرم ويٺي کيڏيم."

"منهنجي يادگيري نہ آئي هُيئي؟"

دل الاء چو تنهنجي ذکر تي ڪجهہ وڌيڪ اٿل پُٿل ڪرڻ لڳي هئي.

"آئي هئي، سوچيم هُوءَ بہ آ، اوهان کي بہ کيڏڻ لاءِ وٺي اچان، اوتهنئنين بہ چوٿون پارٽنر کُٽل هو، پر هُوءَ ئي ڪونہ مڃي، پوءِ مجبورن ڦهير کي کيڏايو سين."

"چو نہ مڃيائين؟" منهنجو آواز الاءِ کٿان پئي آيو.

"اوهان کان شرمائيندي هوندي." هن مُرڪيو.

منهنجو اندر چڻ ٻرڻ لڳو. توکي کهڙي خبر ڇري پيڻ، هتي ڇا پيو ٿئي. ۽ ان مهل ئي هيٺان سڏ ٿيو، فلم تي هلي وي سي آر تي، هاديہ کي وٺي آءُ. منهنجي دل نہ پئي چيو پر ماٺ ڪري روبينہ کي وٺي هيٺ لهي آيس.

چاچا مجيد، روبينہ جي پيءُ، شايد هاٿي ماني کائي هٿ ڌوتا هئا. ٽوال سان اُگهندي، مون ڏي ڏسي عجيب نموني سان کليو.

"ڪٿي آهين ميان؟"

"اتي ئي هئم"

"الاءِ، جيڏي مهل پڇُ، خبر پئي متي آ، گانا وڄنو پئي، هيٺ هيڏو طوفان مچيل آ. سيئي ڪزنز گڏ ٿيا آهن.... تون مٿي اڪيلو ٿو رهين، ڪجهہ عجيب نہ ٿو لڳئي؟"

"هن کي عجيب نہ لڳندو آ چاچا." اديءَ مون ڏي نهاري

مُرڪيو" تنهائي پسنا، مڙئي گهٽو آ. هونئن بہ ماڻهن ۾ اڇي منجهي پوندو آ."

"جانور آ ڇا جو تون ائين ٿي چئين؟" چاچا جي وات مان بي ساختہ نڪري ويو.

"الاءِ مان ڪيئن چوان."

ٿهڪن جو هڪ طوفان اٿيو. مون کي مجبورن پنهنجو پاڻ تي ڪلٺو پيو، ان مهل نظر ڪجي وئي، پريان تون ڪمري ڏي وجي رهي هئينءَ.

"Any_way هلو تہ هلي Movi ڏسون."

رُبيءَ ڳالهہ بدلائي ۽ سيني هاڪار ڪئي ۽ ڪمري اندر گهڙيا.

اندر چاچا مجيد مون کي پاڻ سان گڏ صَوفي تي ويهاريو، اتي چار صوفا گڏيا رکيا هئا. چاچا ۽ مان وڏي صوفي تي ويهي رهياسين. اندر اونداهي هئي، مون کي اجرڪ ويڙهيل هئي، مان صوفي تي مٿي ٿي وينم. اوندهہ ۾ نظرون واقف ٿيون تہ خبر پئي، بلڪل پرسان، تون مون واري صوفي ۽ پرواري صوفي جي هَٿين کي ٽيڪ ڏني، هيٺ گلم تي ويٺي هئينءَ. مون اجرڪ چڱي طرح پَڪيڙي، هڪڙو گوڏو تنهنجي مٿي جي ويجهو آندو ۽ اجرڪ پانهن تي ويڙهي، پانهن ان اندر سرڪائي، هَٿ تنهنجن وارن تائين آندو. چئن ئي پاسي نهاريم، سڀ فلم ۾ محو هئا. مون تنهنجن وارن کي ڇهيو، تو ٽيڏي اک سان مون ڏي نهاريو ۽ ڇپن ئي ڇپن ۾ مرڪندي رهئينءَ. منهنجو هٿ تنهنجن وارن ۾ مُنجهي پيو. تو منهنجي گوڏي تي ٽيڪ ڏني ڇڏي. سيني کي اهوئي پئي لڳو تہ تنهنجي ٽيڪ هٿين جي پٺ کي هئي. الاءِ ڪيئن پئي فلم هلي، الاءِ ڇا پئي ڏيکاريائون، مون کي ڪا خبر ڪانہ هئي. ايترا ڏينهن ٿيا هئا تو لاءِ ترسندي، مس مس تہ ڪو پيار جو ڇهاءُ مليو هو. تون الاءِ ڪيتري دير

ائين ويٺي رهيس. مون لڳو تہ تو بہ فلم نہ پئي ڏٺي، ان ڇهاءُ کي محسوس پئي ڪيئي. پر هڪدم الاءِ ڇا ٿي ويو، تو پنهنجو ڪنڌ پري ڪري ورتو ۽ مون کان ٿورو پريرو ٿي ويٺينءَ. ڪنهن کي بہ محسوس نہ ٿيو، جي ڪنهن ڏٺو بہ هوندو تہ اهوئي سمجهيو هونداءِ تہ تو پاسو ورايو آ. اتي ڇا ٿي ويو هو اُن جي تہ صرف مون کي ئي خبر هئي نہ. مون کي الاءِ ڇا محسوس ٿيڻ لڳو، لوندڙيون جهڙيون سڙڻ لڳيون. مون اتان اٿڻ پر ئي پنهنجي لاءِ بهتر ڀانئيو ۽ ان مهل ڇاڇا نهاريو.

"ڪاڏي"

"مٽي."

"چو فلم نہ وڻين ڇا؟"

"نہ، ننڊ پئي اچي."

"ڏاڍو بور ٿي ويو آهين هادي."

هن ڪِلَ ڪِلَ ۾ جملو هنيو، ان مهل الاءِ ڇو مون تو ڏي نهاريو، تنهنجن ڇپن تي اُن وقت هلڪو هلڪو زهر ڀرڪيل هو.

مٽي اچي مون کي الاءِ ڇا ٿي ويو، منهنجي دل چيو پٽ ۾ ٽڪر هڻان، مٿو ڦاڙيان پنهنجو. رَتُ وهايان. ان مهل ئي نڙي سڙڻ لڳي، مون ٽُڪَ اچلي، اڌُ ڳاڙهي آڌُ اچي.،

"ها..... هادي ڏس پٽ، پنهنجي رنگين فلم. هاڻي تو سان ٿي فلمي حالت ٿيئي، پر هوءَ ائين چو ٿي ڪري؟.... مجبور هوندي... ڪهڙي مجبوري اٿس؟؟؟.... ٻين سان جو ڪِلي ڳالهائي ٿي.. اهي ٻيا آهن، تو پاڻ کي ڏٺو آ؟؟؟..... ڪٿي هُو ڪٿي تون... ڪجهہ شرم ڪر.... هن سان تو برابري ڪرين......."

انهن سوچن ۾ ئي الاءِ ڇا ٿي ويو. منهنجيون اکيون ٻوٽجنديون

ويون، هوش آيم ته ڏٺم، سڀ مون مٿان جهڪيل هئا ۽ چاچا مجيد نبضَ ڏسي رهيو هو.

"ڪيئن آهين؟" هو مرڪيو، هڪ مخصوص مرڪ جيئن ڪو عام ماڻهو مريض کي ڏسي مرڪندو آ.

"ٺيڪ آهيان."

منهنجو آواز الاهي ڳرو هو ۽ ٺيڪ ان مهل به منهنجي ذهن ۾ تنهنجو چيل جملو لهي آيو "تنهنجي آواز جيان ڳري."

"چا ٿيو هو مون کي؟"

"ڪجهه نه، الاهي بخار نڪتو هو، رُبي مٿي اهو ڏسڻ آئي ته اوهان سُتا يا نه، ته توهان بيهوش هئا."

اها تون هئينءَ، چاچا ٻانهن ڇڏي ته تو جهلي، منهنجي ڪرائي ٺرڻ لڳي.

"مان بيهوش ٿي ويو هئم." مون کي ڪلِ اچي وئي. مان ايڏو سخت جان هادي، جيڪو بقول گهر وارن جي جانور هو، سو ايڏو نرم جان ڪيئن ٿي پيو.

"هادي ڀاءُ." رُبي الاءِ ڪڏهن مٿان کان اچي بيٺي هئي.

"پُٽ." مان مرڪيم، محسوس ڪيم ته اکين جون ڪنڊون ڀري پرجڻ ٿيون، مون منهن ڦيري ڇڏيو.

"هاڻي ڪيئن آ طبيعت؟" هوءَ ڏاڍي فڪرمند ٿي لڳي.

"الاهي ٺيڪ آهيان بابل."

ان مهل تو ڪرائي ڇڏي، سڀئي مون مٿان جڻ لهي آيا هئا. مون پاڻي گهريو، ٻه ٽي ڍُڪَ ڀري رُبيءَ ڏي نهاريم،

"گهڻو وقت ٿيو آ؟"

"ٽي ٿيا آهن."

"امان جن ڪٿي آهن؟"

"ستا پيا آهن، اسان اٿارين ڪو نہ."

"چڱو ڪيو."

چاچا مجيد ڪڏهن جو هيٺ لهي چڪو هو، مون سيني ڏي نهاري مرڪي ڏنو.

"توهان سڀ وڃو وڃي آرام ڪريو، I AM SORRY مون ارهان سيني کي چڱو خاصو ڊسٽرب ڪيو"

"نہ يار، حد ٿو ڪرين." ظهير مٿان جهڪيو" تون اڄ تائين بہ اهو ئي ساڳيو آهين هادي، ننڍي هوندي کان ذرو بہ تہ ڪو نہ بدليو آهين."

"اها ئي تہ هڪ عادت اٿم، مان ذرو بہ ڪو نہ بدلجندو آن."



ٽئي ڏينهن تي تہ رُبيءَ سان گڏ، مٿي مون سان ملڻ لاءِ پهرين قدم رکيو هو، مون ته ڏي نهاري ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. تون ڪجهہ لمحا مون ڏي ڏسندي رهينءَ، رُبيءَ تہ لاءِ ٻئي ڪمري مان ڪرسي آندي، تہ ڪرسي ريڙهي منهنجي پلنگ جي ويجهو آندي. رُبي، اسان ٻنهي کي اتي ڇڏي ڊاڪٽڻ واري دَرَ وٽ وڃي بيٺي. شايد اهو ڏسڻ لاءِ تہ ڪير مٿي اچي تہ ڪو نہ ٿو ۽ شايد تہ ڪيس سمجهائي مٿي آندو هو. "ڪاوڙيل آهين؟" تہ مرڪيو، رواداريءَ واري مرڪ.

"نہ تہ" مون تو ڏي نهاريو" تو ڪيئن ڀانئيو؟"
"لڳي پيو تہ تون مون ڪان ناراض آهين."
"مان ڇو هوندم"
"ڇو تون نہ هوندين؟" تنهنجو لهجو هاڻي ڪجهہ شرير ٿي رهيو هو.
"بس"
"ڇو بس؟" تنهنجيون اکيون ٽمڪيون پئي، مون چُپُ ڪٽي ڪئي.
"تو اجان اها عادت ڪو نہ ڇڏي آ. ڳالهہ کي هڪدم ختم ڪرڻ جي، بس ڇئي، پنهنجي جملي کي خاتمي ڏيڻ جي." تنهنجا چپ وري بہ مرڪيا پئي.
"اها ڇا، مون تہ ڪا بہ عادت ڪو نہ ڇڏي آ."
منهنجي وات مان نڪري ويو، تو مون ڏانهن غور سان نهاريو.
"تہ تون ٺوڪ بہ ڪندو آهين."
"ڪڏهن ڪڏهن، هونئن گهڻو ڪري ٻڌڻ تي گذارو ڪندو آن."
"گهہ.... مٿي رهي رهي، ڳالهائڻ سکي ويو آهين."
"پتين سان ڳالهائي ڳالهائي ڪجهہ هري ويو آ نہ."
"تو کي ڪنهن مجبور تہ نہ ڪيو آ، جو اجايو ٿو ائين ڪرين."
"مان مجبور ٿيندو بہ ناهيان."
الاءِ ڇا هو مون اندر، لڳم پئي هي ٻاڦ ٻاهر نہ نڪتي تہ وجود جو ڏڪڙو نہ اڏامي وڃين.
"تہ تون ڪاوڙيل آهين، مون تي." تو هڪدم پاڻ سنڀاليو.
مون هنڌ تي ٽيڪ ڏني، اٿي ويٺم "نہ تہ."
"نہ تہ نہ سهي."

تو هڪدم منهنجي سڌو ٿي ويهڻ تي، مون کي شايد سهارو ڏيڻ ٿي چاهيو، مان سڌو ٿيم تہ منهنجي وارن ۾ هٿ وجهي، منهنجي ڳلن کي پَٽيني. ڪنن جي ويجهو چپ آڻي، هلڪي سرگوشيءَ ۾ چيئي

”مون کان ناراض ٿيڻ تنهنجي وَسَ ۾ ناهي، هتي مان مجبور آن، تون چو نہ ٿو ان ڳالهہ کي سمجهين؟“

”تہ مون تو تي ڪهڙو زور ڪيو آ. اڄُ ڇهين رات آهي، مان ٺيڪ طرح سان سُتو بہ ناهيان. تون پاڻي ئي نہ ڪٽي آئينءَ ۽ نہ ئي سمهڻ کان پهرين خدا حافظ چيئي.“

”ڪيئن چوان ها، هتي تہ امان چئن ئي طرفن نگاهہَ تي رکي. اهو.....“

۽ ان کان اڳ جو تون ڪجهہ چئين، ماسي روبينہ سميت مٿي چڙهي آئي.

”ڪيئن آهين هادي؟“

”ٺيڪ آهيان.“

مون نگاهون چورائي ورتيون ٿي، تو کي هتي مٿي ڏسي، ماسي الاءِ ڇا محسوس ڪري ۽ شايد تون پاڻ بہ ڪجهہ شرمسار هجين. پر تو ڏي ڏٺم تہ تون مڪمل اطمينان سان ويٺي هئينءَ. ماسي ڪجهہ لمحن لاءِ هلڪو سلڪو ڳالهائي هيٺ لهي وئي، تو ڪجهہ نہ ڪڇيو، هُنَ پويان ويندي، مون کي ڏسي مرڪي ڏنئي. ان مهل مون کي اها مرڪ بلڪل Formal لڳي، ڇڻ ڪير عيادت ڪري اٿي ۽ ضرور مرڪي. ذهن ۾ تريا تنهنجا لفظ“ هتي تہ امان چئن ئي طرفن نگاهون تي رکي“ پوءِ هن مهل تون ڇو مٿي آئي هئينءَ. هن مهل ڇا امان جو نگاهون هتي ڪو نہ آيون هيون؟، يا هوءَ مٿي اچي تو کي مون سان گڏ ڪو نہ ڏسي وئي

هني، پر نہ... شايد تون بہ عام عورتن وانگر مرد جي محتاج هئينءَ.

---

پوءِ مٿي منهنجو سڄو وقت سوچڻ ۾ گذرڻ لڳو

مان ڇو آيم هتي، ڪهڙو ڪم هيو منهنجو؟؟؟، مون کي نہ اچڻ گهرجي ها هتي، پر مون تہ سمجهيو هو هن سان گڏجڻ جو سٺو چانس ملندو، ان لاءِ آيم. پر... شايد اهو بہ ممڪن نہ هو، مون لاءِ تہ ڏينهن رات هڪجهڙا ٿيندا ٿا وڃن. هي ڪهڙو عذاب آ، جنهن جو مان بغير ڪنهن ڏوهہ جي سزا وار ٿيو آن.

ان رات، ها ان رات، سي وي سي آر تي فلم ڏسڻ لاءِ هيٺ مڙيا ويٺا هئا. مون کي چيائون تہ مون پهرين ها ڪئي، پوءِ سوچيم اجايو تہ هيٺ لهندم، وري ذهني پيڙا پوڳيندم، ڪهڙي ضرورت آ. هونئين بہ مٿي ۾ ڪافي سور هو، مان هيٺ نہ ويم.

ڪجهہ لمحن کان پوءِ رضيہ مٿي چڙهي آئي، اها هتان واري گهر جي خاص نوڪرياڻي هئي. جسم جي وڏيل سٽيل، عمر جي ننڍي، فلم هلڻ ۾ اها نہ ڏسي؛ سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. اڄ الاءِ ڪيئن فلم تان مُڙي هئي. مٿي، هيٺ وارن لاءِ وهاڻا ۽ چادرون کڻڻ آئي هئي. هن کي ڏٺم تہ الاءِ ڇو ڪيس هڪ ڪوپ چانهن ناهڻ جو چيم، هوءَ ها ڪري هيٺ هلي وئي. مون جهيڻي آواز ۾ ٽيپ رڪارڊ هلائي ڇڏيو.

ان مهل پڌم، هيٺ فلم ۾ ڪو شاديءَ جو سين پئي هليو، رضيہ ان سين جي ڏاڍي شوقين هئي هوءَ موجود نہ هئي تہ ڪنهن ڪيس اندران سڏيو پئي.

"اچان ٿي، هادي صاحب چانهن گهري آ، هو ڪوپ پهچائي اچان ٿي."

هن رڙ ڪئي ۽ رڙ سان متي چڙهي آئي، عجيب وحشت جو انداز هئس، مون کان بيٺي بيٺي پڇڻ لڳي

"گهٽي ڪنڊ."

"تون وڃ، تنهنجي فلم خراب ٿيندي هوندي، مان پاڻ وجهي ڇڏيندم."

"نه اوهان ڀڃايو."

"هڪ چمچو."

هوءَ ملائڻ لڳي.

"ڪمال آ تنهنجو، هڪُ فلم لاءِ مرين به پئي ۽ ٻئي طرف ڪم به ڪرين ٿي."

هوءَ شرمساريءَ ۾ مرڪڻ لڳي، مرڪندي چانهن ڏئي در ڏانهن واپس مڙڻ لڳي ته اٿڪي پئي، اتي تون بيٺي هئينءَ.

هوءَ تڪڙي تڪڙي ڏاڪا لهي وئي، تون ڪجهه لمحا اتي ئي بيٺي رهينءَ. مون کي ڪو اندازو ئي ڪو نه هو ته تنهنجي اندر ڇا ٿي رهيو هو، تو مون ڏي عجيب نظرن سان نهاريو،

"هوءَ هتي متي تو وٽ وينئي هئي."

"نه ته، هاڻي ئي آئي هئي، بس ٻه سيڪنڊ به مَسَ بيٺي هوندي، جو تون آئينءَ."

الاءِ ڪيترا لمحا چپ هئي، مان چانهن جا ڍُڪَ ڀريا، تون مون ڏي ڏسي ڪجهه سوچيندي رهينءَ، آخر چڻ ڦاٽ ڪاڏئي

"هو ڪيئن به آ، ڪئي نوڪرياڻي چو نه هجي، آهي ته ڇوڪري نه، ۽ تون.... تون ڇا هتي مشهور ناهين.... پوءِ به تو هن کي پاڻ سان ويهاريو... هيٺ وارا ڇا نه پيا چون......"

تون الاء چا چئي رهي هئين، الاء مان چا ٻڌي رهيو هئم، ڪا خبر نہ هئي. ها، جي هئي بہ تہ اها تہ هن مهل ڪو حادثو ٿيو هئي، ڪا شئي ڀڳي هئي.

منهنجا چپ ڦڙڪيا، چا چوان؟؟؟ پر ان ڪان اڳ ئي تون تڪڙي هيٺ لهي وئين. هي چا هو، مون ڪهڙيون ڳالهيون چو ٻڌيون، مون کي چو هن ائين چيو؟، تہ تون بہ، تون بہ فوزيہ محمد خان، ائين نڪتينءَ.

پر نہ... هوءَ ائين نہ آ، ضرور هينئين ڪجهہ چيو هوندس، تڏهن تہ گرم ٿي آ. ڏکُ پڪو هوندس ڪو مون مان. مون کي هن سان ائين نہ ڪرڻ گهرجي ها... پر مون ڪيو چا؟؟ مون کي رضيہ کي متي گهرائڻ نہ کپندو هو.. پر چا ٿي پيو جي مون ائين ڪيو. ڪو غلط ارادو تہ منهنجو ڪو نہ هئو، هوءَ نوڪرياڻي آ سڄي گهر جي، جي هُنَ منهنجوڪم ڪيو تہ چا ٿي پيو؟... فوزي پاڻ ظهير وارن سان پلي ڪيرم ڪيڏي، تاش جون بازيون ٿين، اتي ان لاءِ ڪا روڪ ٽوڪ ناهي... هن فوزيءَ جو دماغ ٿو خراب ٿئي چا؟، يا مان محڪوم آهيانس... نہ، پر مان هن جو محڪوم آهيان، اهي بہ اڪيون ئي تہ آهن، جيڪي پيار مان ڏسن ٿيون، اهي بہ ڪسجي وينديون؟؟؟، نہ... نہ نہ.... مان هن ڪان معافي وٺندم ... پر چا جي؟، چا ڪيو آ مون؟،... ڪٿي ڪجهہ بہ ڪو نہ ڪيو هجيم، هوءَ رُٺي تہ بچيو چا... ائين پاڻ کي ڪيراءِ نہ هادي..... هوءَ منهنجي چاهت آ، اهو ڪيرائڻ ڪهڙو.... ذهن ڇڻ مطمئن ٿي ويو.

---

ٻئي ڏينهن، مون جيئن ئي هيٺ اچي تو لاءِ نهاريو تہ تو، ڪامران ءِ الطاف سان ڪنهن ڳالهہ تي ويٺي ڪليو. مون تي نظر پيئي تہ کِلَ بيهجي وَئي. ان ڳالهہ کي سيني محسوس ڪيو، مان لنوائيندو، نيرن لاءِ

ڊائننگ ٽيبل تي هليو ويم، نيرن ڪندي مون پڏو، تو ناهيد کي چيو پئي "ڪانءُ جي ي جي دہي تان پنهنجا پير اچا ڪر: اُتي ته ڪهڙو فرق پوندو، رهندو ته ڪانءُ ئي نه."

تو جملو چئي، مون ڏي نهاريو هو، ناهيد . يد جملو نه سمجهيو هو تو سان بحث ڪرڻ لڳي. پر هن چا تي چيو، مو کي ڪا خبر ڪو نه هئي بس ايترو احساس هو ته اهوجملو تو چيو هو جيڪو تو کي نه چوڻ گهرجي ها.

مان نيرن ختم ڪري، جلد ئي اُٿي مٿي هليو آيس.

مون کي پاڻ سمجهه ۾ نه پئي آيو، هي ٿئي چا پيو ٿو، تون شايد هاڻي مون مان ڪَڪِ پئي ٿي ٿئين، پر هاڻي ته مان الاهي سٺري ويو آن، هاڻي هوءَ ائين چو ڪندي؟. پر ان ۾ ڏوهه منهنجو به آ. مون ئي هن کي مٿي تي چاڙهيو آ.

اندر ئي اندر ۾ جڻ منهنجيون اکيون کُلڻَ لڳيون.

اهو سڀ هئو به ته سچو نه. ڪيڏي نه ڪاڻِ پئي ڪڍي مون تنهنجي. هر لمحي جو اهو خوف ته تون ڇڏي نه وڃين، مون کي چا نه ڪرائيندو هو. مان ته هر هر پيو تنهنجن ڪنن کي ڏسندو هئم ته ڪٿي تو اهي واليون اچلائي ته نه ڇڏيون. شايد مون تنهنجي ئي غلامي قبول ڪئي هئي، پر مان ايتري حد تائين ڪرندم، مون کي ان جو احساس نه هو. مون ته هن جو هر لاڏ رکيو آ، پوءِ هوءَ جي مون سان ائين ٿي هلي ته مان ڪيس ڇڏي چو نه ٿو ڏيان... مان هن ڪانسواءِ رهي سگهندم؟.... چو نه... پر نه، مان اگ جهڙو ته رهيو ناهيان، تنهائيون هاڻي ته هن جي تصور سان آباد آهن، هوءَ ويندي ته ڪير آباد ڪندو انهن کي؟... ۽ جي مان هاڻي برباد ٿيم ته چا رهندو مون وٽ.....؟

مون تو کي رُبيءَ هتان گهرايو، تو متي اچڻ کان انڪار ڪيو،
"هوءَ چوي ٿي، امان ناراض ٿي ٿئي." رُبيءَ مون ڏي نهاريو،
"هادي ڀاءُ، ماسي اوهان تي الاهي ٿي ڪاوڙجي. ان ڏينهن به چئي پئي
ته هن هاديءَ جي طبيعت ڏاڍي ڪِني آ. هيڏو سارو جوان مڙس ڳالهائڻ
جو سليقو ڪونهيس."

"تو پاڻ ٻڌو." دل کي چڻ اعتبار نه آيو.

"ها، هو رضيه کي اوهان چانهن ناهڻ لاءِ چيو نه، ان تي اهو
سڄو بکيڙو مچيو. هو ته الاءِ ڇا ڇا پئي چوي. خود توهان جي امان به
الاءِ توهان کي ڇو ٿي غلط ٿي وٺي." هن جي وڏين وڏين اکين ۾ اداسيءَ
جا ڇڻ ڪورا هئا.

"ڇري آهين ڇا؟" مون بظاهر مرڪيو" اجايو ٿي اداس ٿئين. هُو
جي سمجهن ٿيون اٿين ته وڃي سمجهن، تون ته نه ٿي سمجهين نه."

هن ناڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو، نيڻ پرجي آيا هئس.

"ڏس مٺي پيڻ،" مون هن جو ڳل ڇهيو" تون فوزيءَ کي وٺي اُءُ،
مان هن سان ڳالهائڻ تو گهران."

"هوءَ نه ٿي اچي، هادي ڀاءُ."

"تون ڪوشش ته ڪر نه."

۽ الاءِ ڪيترن ڪلاڪن کان پوءِ تاڪ منجهند جو تون هن سان گڏ
ڏاڪا لتاڙي آئي هئينءَ. متي اچي تو چئن ئي پاسي نهاريو هو، اهي ئي
پٽيون هيون، جن ۾ مون تو سان گڏ رهڻ لاءِ، رهائيون ڪرڻ لاءِ سپنا اُٺيا
هئا ۽ هتي ئي تون مان اجنبي هئاسين. تون ڪرسي ريڙهي ويهي رهئينءَ.

"ڪاوڙيل آهين؟" مون شروعات ڪرڻ چاهي.

"نه ته." تو رکو جواب ڏنو، ڪجھ لمحن لاءِ اکيون مليون، مون تو

ڏي غور سان نهاريو،

تو نگاهون پري ڪري ورتون.

مان چپ ٿي ويس، تو ٿي ڳالهايو

"هتي گهرايئي؟"

"تو کي ڏسڻ ٿي چاهيم."

"تنهنجي سوچ ٿي اهڙي هوندي آ. هي به ڪو وقت آ ڏسڻ جو."

هي جملو نہ هو ڪو تير هو، مان جڻ مٽان ڪري پيس، اڄوڪي ڏينهن ۾ هي ٻيو نشتر هو جيڪو تو هنيو هو، نڙي گهٽجي وئي، الاءِ ڪيترن لمحن جي خاموشيءَ کان پوءِ چئي ڏنئي

"تون مان الڳ نہ ٿا ٿي سگهون؟"

"ڇا؟" منهنجا ڪَنَ ڦاٽڻ لڳا، هي تو ڇئي چيو، ۽ مون لاءِ ڇئي چيو. اکين اڳيان ڄڻ اونداهہ اچي وئي. مون ڇُنجهيُن اکين سان تو ڏي نهاريو.

"تو کي خبر آ تون ڇا چئي وئينءَ؟"

لفظ ڄڻ پَڃندا، پُرندا، ٻاهر اچي رهيا هئا.

"ها سڀ ڄاڻان ٿي.... ڏس نہ... امان ۽ ماسي ٻئي تو کي خراب ٿيون چون، ڪو بہ تو کي صحيح نہ ٿو چوي، پوءِ مان ڇا ڪيان اڪيلي؟"

"مون سان تنهنجي ماءُ ڳالهايو هو، هن AGREE ڪيو هو مون سان....."

"ڪيو هو، آهي نہ، ماضيءَ ۽ حال جي فرق کي ڏس." تو مرڪيو، تلخ مرڪ.

مون پاڻ سنڀاليو.

"ڏس فوزي، مان صحيح ناهيان، هن مهل تو Tense ڪيو نہ تہ ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ نڙيءَ مان رَتُ اچڻ شروع ٿيندو. مون سان ائين نہ ڳالهاءِ، ڏس.... مون لاءِ صرف تنهنجو وجود ئي ڪو آسرو آ، اهو نہ ڇڏراءِ....."

"تون سُترين ئي ڪو نہ ٿو، مان ڇا ڪيان." تنهنجو لهجو ڏاڍو رکو هو. "ڇا ڪيو آ مون؟" مان ڇڻ ڦاٽي پيس" تون روز رات جو مون کي هر هنڌ سمهڻ کان پهرين پاڻي ڏئي چُمي ويندي هئينءَ، خدا حافظ چوندي هئينءَ، هتي نہ آئين، مون ڪجهہ نہ چيو. تو ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو، مون ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪئي. تون مٿي نہ ايندي هئينءَ. مون اڄ ڪانسواءِ ڪڏهن تو کي گهرايو حالانڪ ڪنهن جي نظر بہ تو تي مون تي ڪا نہ هئي. مون ڪجهہ نہ چيو. اڄان تون ڇا ٿي گهرين؟"

منهنجي نڙي پرجي آئي، گلو صاف ڪرڻ لاءِ ٿُڪَ اڇليم، اها ڪجهہ ڳاڙهي هئي. رڳيءَ روئي ڏنو. تنهنجو منهن ڪجهہ لمحن لاءِ سانورو ٿي ويو، پوءِ پاڻ لاپرواهي ظاهر ڪرڻ لاءِ نگاهون چوراڻي ورتئي. مان تو سان پنج سال گڏ رهيو هئس، تو کي مان نہ سڃاڻان ها تہ ٻيو ڪير سڃاڻي ها.

"تون اڄايو ٿو گرم ٿئين." تو نُنهن ڪرڙيو" هميشہ ماٺهو گڏ تہ نہ هلندو آ نہ، وڇڙجي بہ تہ ويندو آ نہ."

"پر ڇو؟...... ڇو وڇڙي؟"

"تون پنهنجو انداز ڏسين ٿو، هيترن ڏينهن ۾ تون هيٺ نہ لٿين، ڪنهن سان مرڪي ڪو نہ ڳالهائيٺي. ڪنهن کي لفٽ ڪو نہ ڏنئي. اهي افعال آهن تنهنجا. هر ڪو ڪَڪ آ تو مان. سڀ تو کي خاندان جو بور ترين ڇوڪرو چون ٿا. مان ڪيستائين ۽ ڪنهن ڪنهن سان وڙهان؟"

"مان ڪوٺو بلڪل ناهيان فوزي، مون کي شور شرابو برداشت ڪو نہ ٿيندو آ. اهو تون پهرين ٿي چائين ٿي ۽ هوندن بہ جيڪي ڪمهني مان تو سان ڪندو آن. سا مري پوان تہ بہ پٺي سان نہ ڪندم."

"تون امان سامهون مون سان نہ ڳالهائيندو ڪر، هوءَ Mind ڪندي آ."

تو جملو چئي، ننهن ڪرڙيو، مون غور سان تو ڏي نهاريو.

"مان بلڪل ائين ڪندم، جيئن چوندينءَ، بس تون رڳو چڱ نہ."

"چڱو نہ ٿي چڙيانءَ، بس تون رڳو خيال رک، هي رضيہ وارو اسڪينڊل جو ڪارو ٿي ويو آهي، تو خلاف. ائين تہ نہ ڪر." حالانڪہ تو ڪوشش ڪئي پئي تہ اهي جملا پيار مان ڳالهائين، پر تنهنجو لهجو تنهنجي اندر جيئن اڻ پورو ۽ انڪاري هو.

"مان سڀاڻي هليو ويندم هتان."

مون تو ڏي تڪيو، دل چيم تو پُڇندينءَ "ڇو"، روڪينديءَ تہ نہ وڃ، پر تو ڪجهہ بہ نہ چيو، بس ننهن ۾ ڏسي چيئي

"ڀلي وڃ."

منهنجو اندر ڀُري ويو.

"مان وڃان؟"

تو ڪنڌ مٿي ڪنيو.

"ڀلي."

تون تيزيءَ سان اٿي هلي وئينءَ، مون رڪارڊ آن ڪيو ۽ پلنگ جي پُٺَ کي ٽيڪ ڏئي ڇڏيم.

هَر دَم ڏُک ميڏي اندر ڪُون، ميڪون ويڙها ڪاوڻ آوي
يا فريد اُتي ڪِي وسڻا، جتي دلبر نظر نہ آوي.

سامهون ٿي پيرن ڪان، پلنگ جي ٽيڪ ۾ آئينو لڳل هئو، مون غور سان ان ۾ نهاريو

"ختم ٿي ويو آهين يار." هن چڻ مون سان ڳالهايو." هُو لمحا جيڪي تون زوريءَ ڇڏي پٺو هئين، اهي تنهنجو مقدر هئا هادي، موٽنئي پيا، ڪاڏي ڀڄندين."

مون ٽيڪ ڏني هئي ته رُبيءَ وهاڻو پنيءَ هيٺان ڏنو هو، مون هن ڏي تڪيو، هي هڪڙو ماٺهو ته هئو، منهنجي ڏکن جي ڪنڌ ڪنڌ ڪان واقف. مون ڏانهنس نهاريو ته اکين جا پاسا چڻ پڄي پيس، مون ڪيس ٻانهن ۾ ڀري ورتو.

"ٻار آهين ڇا؟ ڇا ٿيو جو روئين ٿي. ڪجهه نه ٿيو آ رُبي، ڪجهه ٿي ته نه ٿيو آ."

---

منهنجي وڃڻ جو ٻڌي، سيني الاهي روڪيو، پر مان سيني ڪان نه روڪيو ٿيم، ۽ ان مهل دل جي ڪنهن نرم ڪنڌ مان، چڻ بار بار ڪو چوندو پيو وتي

"هادي، هُو جي روڪنئي ته يقينن تون سامان پيڪ ڪري به نه وڃين."

جنهن مهل مون ڪمري ۾ سامان ٿيلهي ۾ وڌو پئي، ته تون اندر اچي ڪمري ۾ ليٽي پئي هئينءَ. مون تو ڪان نظرون پري ڪري ورتيون. "آهستي آهستي ڏسڻ ڪان اڳ ئي ڪجهه پاڻ ڪي پري ڪري هادي، ڪجهه ٽريلر ته هن ڏيکاريو ٿئي، فلم پوري ڏسڻ ڪان اڳ ئي ڪجهه ته اندازو لڳاءِ."

تون ليٽي پئي هئينءَ ته تنهنجا وار وهاڻي تي پکڙيل هئا. تو هڪ

هٽ سان انهن کي ربڙ بئنڊ ۾ ٻڌو پئي، مون تو ڏي نهاريو، تو مرڪيو، ڦڪي مرڪ.

"هن مهل هڪ شعر ٿو ياد اچيم.

"ڪهڙو؟"

"اندر اداس هوندو، منظر اداس هوندو.
جيسين ملي نہ سگهندو، دلبر اداس هوندو.
مون کي هو جنهن ڌڪاريو، سو گهر اداس هوندو،
ڪو ديوتا نہ داسي، مندر اداس هوندو."

مون تو ڏي نظر پري، يار هادي، هيءَ شايد تنهنجي وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آ. تو شعر ٻڌي عجيب مرڪ مرڪي، ڇڻ منهنجي دل رڪندي هجين. اتي ئي پلنگ جي مٿان، تنهنجي پريان، منهنجا جوراب پيل هئا. مون اهي ڪڻندي، تنهنجن وارن کي هلڪو ڇهيو، تو مرڪيو ۽ مان اتان نڪري آيم.

"پاڻهين کي وٺڻ لاءِ موڪلجانءِ"

ٻاهر امان بيٺل هئي، مون ويندي ويندي، هن جا پير ڇهي "ها" ڪئي. ٻاهر دالان ۾ سيني ڪان موڪلائيندي، مون تو لاءِ الاهي واجهايو. هونئين جڏهن بہ مان تو وٽان رخصت ٿيندو هئس تہ تون ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان ٻاهر ضرور ايندين هئينءَ. مون کي در تي ضرور ڇڏيندي هئينءَ، اڄ ڪو نہ نڪتينءَ. منهنجيون نظرون پٽڪنديون موٽي آيون. حالانڪ پڪ هئي تون نہ ايندينءَ، پر پوءِ بہ هن اکين کي ڪير روڪي.

---

پوءِ تو وٽان آيس تہ پاڻ کي ڪيڏو نہ سمجهايم

"هن جي ڪان نہ ڪڍ هادي، هوءَ اونهين بہ هاڻي هيرَ ٿيندي تي

وجين، وٺيس تہ ڳُهلي نہ وٺيس تہ نہ، تہ ڪي تي ڇا ويو آ؟.... اڳي تون ڪنهن ڪان ڪنجندو هئين تہ ڪجهہ لفظن تي. هوءَ هيڏا سارا تير تُفنگ تي هٿي پوءِ بہ هن پويان لُور لُور ٿو ڪندو وتين. ها.... شايد مون هن ڪي چاهيو آ نہ، شايد ان ڪري..... پر چاهت جو مقصد اهو تہ نہ آ تہ انسان پاڻُ بلڪل ڪيرائي وجهي... جيئن تون پيو ڪرين.... تہ ڇا ڪيان، هن ڪي ڇڏي ڏيان.... ڇڏي وري ڪيئن ڏيانس.. هوءَ تہ آخري سهارو آ. هن ڪان سواءِ رهي سگهندم؟ ڇو نہ رهندم.... پر ڪهڙي حياتي؟... رڙهندڙ، گسجندڙ... پر جيڪڏهن اهو ئي مقدر آ تہ ڪهڙو فرار... هن حد تائين، مان پنهنجو پاڻُ پهتو آن. ڪهڙو مقدر تي ڇڏي ڏنو اٿم....مان هن ڪي موٽائيندم، هن جو اهو ئي سبب آ نہ تہ هن جي ماءُ نہ مڃيندي تہ مان امان ڪان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو آخري ڀيرو ضد ڪري، هن جو هٿ گهرائيندم. امان ڇو نہ مڃيندي، هڪَ تہ خواهش پوري ڪندي."

---

مون خواب اُٿيا پني، منهنجين اکين ۾ وري بہ رنگن لهڻ جي ڪوشش پني ڪني. ۾ ڪي ڪي لمحا پوائنتا اڃي ويندا هئا، جيئن رنگين فلم هلندي، ان جا رنگ گسجي وڃن ۽ ڪارا پٽا ڪجهہ لمحن لاءِ اسڪرين ڪي والارين.



اوچتو اوهان موٽي آيا.

شام'جو مان گهر وينو هئم. ڪجهہ لمحا ئي گذريا هئا جو مون

کھڙا مٽايا هئا، راند تي وڃڻ لاءِ ڪٽ ڪٽي هئم. بيل وڳي ته مون "هائو" چئي ڪجھ دير لاتي، ۽ ان وچ ۾ چڻ ڪنهن بيل تي آڱر رکي نه ڪٽڻ جو فيصلو ڪري ورتو. مون نوڪر کي دَرَ تي موڪليو ۽ پاڻ اُتي ئي ويٺو رهيم، الاءِ ڇو اهڙن ماڻهن تي مون کي چڙ ايندي آ، جيڪي ڪجھ لمحن لاءِ به انتظار ڪري نه سگهن. شايد منهنجي سڄي زندگي انتظار ئي هئي.

در کليو ۽ توهان اندر گهڙيئو.

تو گيٽ اندر گهڙي، پنهنجي مخصوص انداز سان وارن کي جهٽڪو ڏئي، مُنهن تان پري ڪيو. منهنجيون اکيون ڄڻ ٻرڻ لڳيون، تو پويان سيٺي گهر وارا، گهر اندر گهڙي رهيا هئا. مان اتان اٿي ڪڙو ٿيم. اُتي ئي امان جو آواز ٻڌم، نوڪر کان پڇائين پئي

"پرُو، هادي گهرَ ۾ ڪونهي ڇا؟"

"آهن جيجي... اندر ئي – وي وينا ڏسن."

هن سيٺي جي پيرن جا کڙڪا ويجها ايندا ويا، مون کي الاءِ ڇا ٿيڻ لڳو. " تنهنجي سامهون اچان يا نه...." ۽ الاءِ ڪيئن لمحن ۾ ڪجھ سوچي، مان پوئين دَرَ کان گهران ٻاهر نڪري ويم.

رات جو الاهي دير سان موٽندي، مون سوچيو تون سمهي پئي هونديئن، سڀ تقريبن ننڊ جي آغوش ۾ هوندا. اندر آيم ته ڳالهائڻ ٻولهائڻ سان ڄڻ ڇوٻول متل هو، مان سڌو ڪمري اندر آيم. اتي تون ۽ رُبي ويٺا هُيَئو. مون موٽڻ چاهيو پر رُبيءَ جي نظر پئجي وئي، تون پلنگ تي ليٽيل هئينءَ ۽ هوءَ ڪرسيءَ تي ويٺل هئي. مون کي مجبورن اڳتي وڌڻو ئي پيو. رُبي ڊوڙي مون ڏي وڌي،

"شاباس آ، هادي ڀاءُ، اسان جي اچڻ جو ٻڌي به گهران نڪري

ويٺو."

"السلام عليڪم." تو سلام ڪيو.

"وعليڪم سلام." مون تو ڏي نهاريو، تو ڪي شايد زڪام هو. اکين تي پانهون رکيو، تون انهن ئي ليٽي رهين. مون رُبيءَ ڏانهن شرمساريءَ سان نهاريو

"مان گهر نہ هئس.

"اهو پرويز جو چنني پيو تہ توهان ان مهل ئي - وي ويٺي ڏئي."

"ڪوڙ تو هئي ڪمينہ ..............."

منهنجي زبان رڪجي وئي، هي تہ منهنجو لقب هئو، مون ڪنهن پني ڪي ڪيئن پني ڏنو. تو لمحن لاء پانهن پري ڪري مون ڏي نهاريو وري منهن کي ڍڪي ڇڏيئي.

"۽ توهان پهرين بيل تي اندران "ها" جي چيو هو."

منهنجي چڻ چوري جهلجي پئي هئي، ڪجهہ ڪچي نہ سگهيم، ماٺ ڪري ويهي رهيس.

"ڪير ڪير آيو آ؟" ڳالهہ ڪا تہ ڇورڻي هئي.

"سيئي آيا آهن."

"ڏاڍو سٺو."

"تڏهن رسيو ڪرڻ ڪان بہ پڇي ويا هُئَو."

"اها ڳالهہ ناهي، چري."

مون هن کي بهلايو، ۽ ان مهل تو وري مون ڏي نهاريو چڻ چوندي هجين، جيڪا بہ ڳالهہ آ مان سڀ سمجهان ٿي.

مان ماٺ ڪري ڪمري مان ٻاهر نڪري آيس. ٻاهر اچي امان ۽ ٻين مهانن سان مليس. نظرن ڪجهہ وڪريل هيون، منهنجي ماءُ شايد

ڀريون ڀيرو مون کي ڪومايل محسوس ڪيو.

"بيمار آهين ڇا هادي؟"

"نہ امان."

منهنجي پنبڻن ۾ وري ڪا شئي اٽڪڻ لڳي، امان سان مان تمام گهٽ اڪيلائين ۾ ملندو هئس، نہ هو منهنجي بدتهذيبين جي ڪري مون کي گهڻو ملڻ ڏينديون هئي ۽ نہ ئي مان ڪڏهن وٽس هلي ويندو هئس.

"ڪجهہ پريشان ٿو لڳين تڏهن پڇيم." هوءَ اطمينان سان سوپاري ڪَتَرُ لڳي، مون هن ڏانهن غور سان نهاريو.

"مان اوهان کي هڪ ڳالهہ چوڻ ٿو گهران."

"چئو."

هوءَ ڄڻ ٻي ڌيانيءَ سان منهنجي ڳالهہ ٻڌي رهي هئي، مون سندس نظرن ۾ واجهايو.

"مان فوزيہ سان شادي ڪرڻ ٿو گهران."

هوءَ سڄي ڄڻ ڌُڏي وئي.

"تون ٺيڪ تہ آهين نہ؟"

"ٺيڪ نہ هجان ها تہ توهان سان اهڙي ڳالهہ ڪيان ها."

مون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو، هوءَ سوچ ۾ پئجي وئي. منهنجا چپ ڇُريا.

"مون اوهان کان ڪڏهن بہ، ڪجهہ بہ نہ گهريو آ امان، پر هن لاءِ مان اوهان سان وڙهي بہ سگهان ٿو."

"لهجي کي سخت نہ ڪر، مان وري بہ تنهنجي ماءُ آن، تنهنجو ڪجهہ تہ خيال هوندم." هن ڪنڌ ڪٺي مون ڏي نهاريو.

"سَوري." مون چپ پڪوڙي ڇڏيا.

"ادي الاءِ ميين الاءِ نہ؟"

"توهان چئي تہ ڏسو نہ."

"مان سياڻ ني تي ڳالهائيانس، پر آهي خر مغز ڏسان چا ٿي ڪري. چوندي گهڻو ڪري اهو تہ ڇوڪرو بزنس پورو سنڀالي تہ پوءِ ئي ڪجهہ ڪبو. هونئن تہ ماشاء الله لکن جو مالک آهن، تو ڪي پئسي جي ڪهڙي پرواهہ؟"

"ٿئنڪ يو امان، ٿئنڪ يو ويري مچ."

مون امان جي پيشاني چُمي، هن منهنجي وارن کي سنواريو، مان ڪمري مان ٻاهر نڪري آيس. پنهنجي ڪمري ۾ اچي مون، در بند ڪري آئيني ۾ نهاريو. نهارڻ سان ئي اکين مان پاڻي وهي آيو.

"روئين پيو؟" آئيني پڇيو.

"امان اڄ وار سنواريا آهن نہ، شايد ان ڪري ۽ ها هن تہ فوزيءَ لاءِ چوڻ لاءِ بہ ها ڪئي آ."

"هان" شيشو چڻ هڪدم چمڪي اٿيو "مبارڪ هجئي."



ڪجهہ ڪلاڪن ڪان پوءِ مون ٻڌو، تو ڪي بخار ٿي پيو هو. رُبي ٻڌائڻ آئي هئي، گهمڻ وئي هئين تہ اتي ئي ٿيو هيئي. دوائون کاڌي پئي پر هتي وٽي وڏي ويو هيئي.

"ڇو ٿيو آ بخار؟" مان تنهنجي مٿان جهڪيس" هان....."

تو اکيون کوليون، مون تو کي ڪرائيءَ ڪان جهليو، اها وچولي

درجي جي گرم هئي. تو منهن ڦيري ڇڏيو، مون دل ۾ ڪا شئي، ڀُرندي محسوس ڪئي. تنهنجي ڪرائي ڇڏي ڏنم.

"دوا ورتي آ ڪا هنُ؟"

"ها، هادي ڀاءُ، گوريون ڪاڏيون اٿس."

"ڪهڙيون؟"

"ناولجين."

"ءِ؟" مون تو ڏي نهاريو، الاءِ ڪيئن ڇني ڏنم

"اهو بخار لهڻ گهرجي."

تو پاسو ورائي ڇڏيو. مان ڪمري مان ٻاهر نڪري آيم. هي جملو منهنجي واتان نڪتو هو، پر ڦڪو ڦڪو. شايد منهنجي وجود جي چاشني هاڻي ختم ٿي رهي هئي. لفظ ساڃيا هئا چوڻ ۾ شايد اهي گرميون نه رهيون هيون.

---

اهو سڄو ڏينهن، منهنجو وجود ڄڻ ولهَ ۾ هجي، چؤطرف سرد هوائن ۾ گهريلُ. جذبن جي راسخ هجڻ جي ڀَڪَ ڪان پوءِ به مان تو ڪان ڇڪجُم پئي. ان ڪا وڏيڪ ڪهڙو ذهن تي عذاب هجي ها.

شام جو گهر موٽندي، مون ڏٺو، تون رُبيءَ سان گڏ لان ۾ ويٺي هئينءَ. پريان، لان چيئرز تي، سامهون ڇانهن رکيو، امان ۽ ماسي ڪنهن ڳالهه ۾ مصروف هيون. هڪ ته هن رُبيءَ جي مون کي سمجهه نه پئي آئي، جڏهن ڪان تو سان ملي هئي، تنهنجي ئي ٽيندي پئي وڃي. شايد تو ۽ مون ۾ اهو به فرق هو ته جيڪو تو سان ملندو هو تنهنجو ٿي ويندو هو ۽ مون وٽ هڪ پيرو ايندو هو ته ٻئي دفعي ڄڻ روح ٿي نه ڪيندو هجيس. منهنجي دل چيو تو ڪان طبيعت جو پڇان، پر اُن مهل پريان

ماسي ويٺي هئي ۽ هن سامهون مون کي نہ ڳالهائڻو هو، مان ماٺ ڪري اندر هليو ويم.

اڄ هڪ ٻيو ذهني ڌڪو مليو هئم، ڊاڪٽر چيو هو منهنجي نڙيءَ ۾ ڪا وڏي خرابي ٿي پئي هئي مون کي ٻاهر وڃڻو هو علاج لاءِ. مان هن کي چا چوان ها تہ ڪهڙو علاج ڪرايان؟، دل جو يا نڙيءَ جو. مون هن سان ها ڪئي تہ ٻاهر وڃڻ لاءِ ڪاغذ وغيره صحيح ٿو ڪرايان ۽ هن مهل گهر ۾ ڇڻ، اندر ٻاهر، ٻنهي حدن ۾ واڇوڙا هئا.

انَ ڏينهن جي رات بہ مون لاءِ ڇڻ ممنوع هئي. ڪا اجازت نہ هئي، نہ توکي ڏسڻ جي ۽ نہ ملڻ جي. مان ان ڪمري ۾ نہ اچي سگهيم ۽ نہ ئي اچڻ ٿي چاهيم، جتي تون رهي پئي هجين. اڄ تہ رُبي بہ ملڻ نہ آئي هئي. شايد تنهنجو بخار وڏي ويو هو. صبح تائين منهنجي اک بلڪل نہ لڳي هئي. پرهہ ڦٽيءَ مهل، ڪجهہ اکيون بند ٿيون ۽ کولڻ تي خبر پئي، توهان هليا ويا هُيئو، تو ضد ڪيو هو ماءُ سان جلد از جلد گهر پهچڻ جو.

منهنجو اندر ڇڻ وري ويران ٿي ريو،ڪنهن ڇڻ ڪن ۾ چيو "اڳ جيڪا آبادي هوندي هئي، سا آهستي آهستي ختم ٿي ٿيندي وڃين هادي، پنهنجي فڪرن کي بہ آهستي آهستي ختم ڪر نہ."

"مون ماسنهن سان ڳالهايو آ، پهرين تہ الاءِ چا پئي چوي. پوءِ مڃي وئي. ايترو چيائين تہ ڇوڪرو بزنس هٿن ۾ ڪٿي تہ ڳالهہ پڪي ڪنداسين."

امان ڇڻ جملو اڇلي ڇڏيو، هوءَ مون ڏي نهاريندي رهي، مون الاءِ چو ڪنڌ نہ کڻڻ چاهيو. "هوئنئين هادي آهي منهنجي پاٽيجي، باقي مون

کي پسند ڪو نہ ٿئي. هن گهر جو هر ماڻهو تقريبن هن جو مخالف اٿئي."

"پر ڇو؟" مر گيت ڏني. هي وري ڇا پيو ٿئي.

"هن جي طبيعت ڪجهہ اهڙي آ. پنهنجي مون جي سالڪ آ تو ڪي هاڻي اسان ڇا چئون؟ تو تہ هميشہ ئي اهو روئڻ نو هرندو تہ سان تو کي نہ ٿا پائيندين. هل سائين، تنهنجي اها خواهش بہ پوري ٿا ڪيون. ڏسون ڪهڙا اُچ ڪٿا آهن ان ڇوڪريءَ ۾."

"ادا ڇا پئي چيو؟"

"هو ڇا چوندو؟، بس اهو چيائين تہ جي هاديءَ جي پسند آ تہ ٺيڪ آ، نہ تہ ڇوڪري صحيح ناهي."

"ڇاهي هن ۾؟"

"ڇا ناهي." هوءَ تيز ٿي وئي" مان تو سان بحث ڪرڻ نہ ٿي گهران.. بس ٺيڪ آ جيئن تو چيو تيئن ٿيندو."

هيءَ ڪهڙي خوشي هئي، جيڪا ڏُکَ جي پيڪنگ پيپر ۾ ويڙهجي مون تائين آئي هئي. خبر پيم توهان صبح جو پاڻ رُبيءَ کي بہ پنهنجي گهر گهمائڻ وٺي ويا هو، تو الاءِ ڪيئن هئينءَ، گهٽ ۾ گهٽ هن کان تہ تنهنجي باري ۾ ڪا خبر پوي ها. گهر وارن کي الاءِ ڪيئن مون تي رحم اچي ويو هو. شايد منهنجيون اکيون تو لاءِ ڦريل ڏٺائون، تڏهن تہ ائين هڪدم مڃي ويا. هڪ ادا وڏي جو ڊپ هو، سو بہ امان اڳيان ڪجهہ نہ سگهيو هو.

رُبيءَ کي توهان جي گهران وڻيو هو.

اتي پهتم تہ تون دالان ۾ ئي ليٽيل هئينءَ. ماسيءَ اندر آچار ويٺي پاتو. دنيا جهان جو شيون اچي پنهنجي اڳيان رکيو هئائين. مان

ستو اندر هليو ويم، تون اتي ئي مون ڏي نهاريندي رهيس، مون تو ڏي مرڪي ڏٺو. تو خالي خالي نظرن سان مون ڏانهن تڪيو ۽ ان مهل دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ سور ٿيو

"هوءَ اخلاقن ئي ڪٿي مرڪي ها، هادي."

اندر ماسيءَ عينڪ اکين تان پري ڪري، پانهن وڌائي. هٿ سُرڪي ۾ خراب ٿيل هئس، پاسن کان خالي کُولا پيل هئس. مون سندس پانهن تي هٿ رکيو.

"خوش آهين؟" هن شيشي مٿان نهاريو.

"جي"

""ماڻهين ڪيئن آ؟"

"ٺيڪ آ، سلام پئي چيا، سيئي گهر وارن."

هن ڪجهه نه ڪڇيو، انبڙين جا ٽُڪرَ ڪندي رهي، ڪجهه لمحن کان پوءِ نظرون کڻي ڏنائين ڄڻ پڇندي هجي ته ڪيئن آيو آهين.

"رُبيءَ کي وٺڻ آيو آهيان."

هن ڪجهه نه وراڻيو، مان الائي ڪيترا لمحا اجايو ويٺورَهيس، رُبي شايد تڙُ ڪرڻ وئي هئي.

"آرام سان ويهه، وانڪو ٿي." ماسي گهر ڪيلَ عينڪ هڪ دفعو وري مٿي ڪئي.

"مان پاڻي پي اچان."

مون ڪسڪڻ ۾ ئي عافيت پاتي، هن جو رَوَيو منهنجي سمجهه کان ٻاهر هو، هي سڀ عجيب فطرت جا ماڻهو آهن.

ٻاهر، تون ڊائننگ ٽيبل تي پانهون رکيو. ڪوڪ جا ڍُڪَ پريا پئي، مون تو ڏي نهاري، بوتل فرج مان ڪڍي ڊائننگ ٽيبل تي رکي ۽

ڪرسي چڪي ويهي رهيم. تو مون ڏي نهاري ڇڻ رسمن مرڪيو
"مان تو سان ملڻ آيو آهيان."
"ڄاڻان ٿي." تو برف جي ٽڪر ۾ هٿ ۾ جهليو.
"شايد آخري ڀيرو، شايد نه به."
"ڪاڏي وڃين ٿو ڇا؟"
تو مون کي نظرن ۾ ڇڻ توريو، شايد اها پَڪَ پئي ڪيئي ته هي لمحا جدائين کان پهرين واقعي آهن يا مان وري تو وٽ اچان ها.
"ها، ملڪ کان ٻاهر ٿو وڃان."
"ڪاڏي؟"
"خبر ناهي." الاءِ ڇو مون تو کي ٻڌائڻ نه چاهيو.
"سبب پُڇان؟"
تو مرڪيو، عجيب مرڪ. ڇڻ ڪلنديءَ ته چَپَ وِڄي ويندئي.
"مان بيمار آن، صحيح نه آن، هتي علاج ناهي... ٻاهر ڏسان، الاءِ ڪٿي ڪرايان."
"ڇا اٿئي؟" تو ڳالهايو، ائين لڳو ڇڻ سُڏڪو هجي.
"اهو نڙيءَ وارو چڪر."
"ڇا ٿيو آ، ان ۾؟" تون بوتل کي ٻاهران اگهڻ لڳينءَ.
"ٻانهون وڌيون هيون، ڳچيءَ ۾ ڪنهن... پوءِ ڪڏي ورتائين... ان خال کي ڀرڻ پيو وڃان."
تون ڇرڪجي وئينءَ، الاءِ ڪيترا لمحا چُپُ هئي، مون تو ڏي تڪيو
"مان ٿورائتو آن تنهنجو،تنهنجي ساٿ جو، تون مان پنج سال ساڻ هليا آهيون نه، تو مون کي الاهي ڪجهه ڏنو آ... مون کي سيکاريو تئي ته نفرتون ۽ محبتون ڪيئن ڪجن ......زندگي گذارڻ لاءِ اهو به

ضروري آ تہ انھن ٻنھي جو سليقو ھجي."

منھنجي نڙي پرجي آئي. تون خاموشيءَ سان ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏيو، مون ڏي ڏسندي رھين. "نہ ڄاتو ھئم، مون کي اٿين ٻي سرو سامان ھتان نڪرڻو پوندو.... پرمان سمجھان ٿو، اھو ئي بھتر آ... اسان ٻنھي لاءِ تہ مان ھتان ھليو وڃان.... ھڪ ڳالھہ پڇانءِ."

"تو رضيہ واري واقعي تي مون تي شڪُ ڪيو ھو نہ؟"

"نہ، شڪ نہ ڪيو ھو، بس تو تي ٻين جو الزام برداشت نہ ٿي سگھيو."

" ۽ ان ڪري تو مون سان اھو ناڪاري رويو رکيو؟"

"تون تہ منھنجو پنھنجو آھين، مان جيئن پنھنجو خيال رکي نہ سگھندي آن، تيئن شايد تو سان بہ ڪندي آن."

"اھي سڀ Negative روَيا، اھي تلخيون، اھي نفرتون، تون پنھنجو پاڻ سان بہ ڪندي آھين؟"

مون غور سان تو ڏي نھاريو، شايد چوڻ ڪجھہ ٿي چاھيم، چئي ڪجھہ ويو ھئم.

"ھا"

"تون ڄاڻين ٿي منھنجي باري ۾ تہ مان الاءِ ڪيئن آن، ساٿ ڏيندو آن تہ سڄي زندگيءَ جو. حساب ڏيندو آن تہ ان ساٿ جي ھڪ ھڪ لمحي جو ۽ جي وچڙندو آھيان تہ خصيص ڳالھہ تان ۽ پوءِ مڙي نہ ڏسندو آن، چاھي ڇا بہ ٿي پوي. پوءِ بہ تون مون سان ھلندي آھين؟"

"ھا ھادي" تو وڏو ساھہ کنيو.

"تو کي احساس نہ ھوندو آ تہ تو مان تو کي تنھنجي ان رويئي ڪري ڇڏي سگھان ٿو." مون تو کي تڪيو، الاءِ ڇو من تو سان اڄان بہ

محبتون ڪري رهيو هو.

"اهو ئي ته مان چاهيان ٿي."

"پر ڇو؟... ڪا به روڪ ٽوڪ ڪانهي، ماسيءَ سان امان ڳالهايو آ، هن ها ڪئي آ، پوءِ هي سڀ ڇا هي؟"

"تون امان جي باري ۾ ڪجهه نه ٿو ڄاڻين."

"سڀ ڄاڻان ٿو مان، هن مون سان خود ڳالهايو آ، الاءِ ڪيترا ڀيرا مون ڪان پڪ ورتي ٿئين. تو ڇا ٿي سمجهين ته مان ڪوڙ ٿو هڻان؟"

منهنجو لهجو تلخ ٿي ويو، آواز ۾ ڄڻ ليمي جي رس جا ٽيپا هجن، ڪجهه ڪنا، ڪجهه ڪڙا.

"هن مون سان ته ڪڏهن اهڙي ڳالهه نه ڪئي آهي."

"ته ان ۾ مان ته قصوروار ناهيان نه. هن تو سان نه ڳالهايو آ ته ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ هن بهرحال مون سان ڳالهايو آ ۽ ها ڪئي آ."

"تون ڪڏهن ٿو وڃين؟"

"ڳالهه ٽار نه. مون کي جواب ڏي."

تون ڇڙي پئينءَ، اکيون ڄڻ ٻرنديون هجنيئي "چيو ته مانءَ ته هادي ته امان مون سان ڪڏهن به سڌو سنئون نه ڳالهائيو آ. مان ڪيئن چوان."

تنهنجا لفظ نه هئا، ڄڻ ٽانڊا هئا جيڪي اڇلبي پئي.

دماغ چيو " ايتري حد ڪان پوءِ به.... پوءِ به هادي تون هن وٽ اچان ويهندين؟"

دل چيو "ها، جو هن کي ڏڪارو ڪري موڪلائڻ نه ٿو گهران."

ان مهل ئي روبينہ تڙ ُ ڪري آئي. مون هن کي تياري ڪرڻ لاء چيو، تہ ڪوڪ جو گلاس خالي ڪري ان مٿان آنگريون پٺي ڦيريون مان خاموش ٿي ويو هئس، تنهنجيون اکيون پڏائين پيون تہ تون چاڻ رُنين‍ءَ. مون کي اندر ۾ الاء چا ٿيڻ لڳو.

"تو کي ڏک ڏيڻ منهنجو مقصد نہ هئو......... مان تہ پاڻ الاء ڪيڏانهن ٿو وڃان، تون جي اهو ٿي سمجهين تہ مون تو کي ذهني عذاب ڏنو اهي، تہ مان تو کان Sorry ٿو ڪيان." مون آنگريون مهٽيون" مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي چا چوان........ بهرحال.... اڄ کان تون آزاد آهين.... مون پنج سال تو کي پنهنجي مرضيءَ تي هلايو هوندو، ايتري حَدَ تائين جو تو ڪپڙا بہ منهنجي مرضيءَ جا پاتا هوندا، ها نہ......"

مان ڪجهہ لمحن لاء بيهي رهيس. چڻ ڳالهائڻ دوران وري ڪا شئي تڙيءَ ۾ اٽڪندي هجي. تو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو

"بس، اهو سڀ ختم ٿيو، تون جيئن چاهين تيئن ڪجانءِ.... هڪ ڳالهہ ٻڌاءِ؟..... مون کان وڌيڪ دنيا ۾ ڪو ٻيو انسان آ، جيڪو تو سان ايتري محبت ڪري؟"

"نہ" تنهنجي تڙي گهٽيل هئي، اکيون بلڪل پريل هيئي.

"تہ منهنجو انتظار ڪجانءِ، جي وقت اجازت ڏيئي ۽ جي نہ تہ.... مون سان ايتريون ئي نفرتون ڪجانءِ جيتريون مون تو سان محبتون ڪيون هيون."

"مان، مان.... مان انتظار ڪنديس تنهنجو." تون سڏڪي پئين‌ءَ." تون مونجانءِ ضرور هادي، مان الاء چا ٿي وئي آن، شايد مينٽل ڪيس آن.... مان بهرحال تنهنجو انتظار ڪنديس."

"تون بہ عجيب آن، ڪجهہ لمحا پهرين الاء چا هئينءَ، هاڻي الاء چا آهين."

"چيمر نہ، مون کي پاڻ ئي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي."

"مان تو سان گڏ هوندو آن نہ تہ منهنجي حالت هڪ شعر جيان هوندي آ، خبر ٿئي ڪهڙو آ اهو؟"

"ڪهڙو آ؟،" تو اڪيون، اکهي چڏيون هيون، ڳلن جا گلاب، ڪجهہ ڪُومائجڻ لڳا هُيئي، الاء تو کي چا ٿي ويو هو.

"چا ٻڌايانءِ شعر، بس ائين ڪٿي سمجهہ تہ ان ۾ ائين چيل آ تہ هن وري مون ڏي مُرڪي ڏٺو آ ۽ مون کي وري هڪ نئين آس تي جيئڻو پيو آ."

تو خفيف مرڪيو، مان تنهنجن هٿن ڏي ڏسندو رهيمر.

"هڪ ڳالهہ چوانءِ."

"چئو"

"مان ڪمري ۾ ٿو هلان، تون اتي مون سان مل، مان تو کي آخري پيرو ويجهو کان ڏسڻ ٿو گهران."

"آخري پيرو چو؟"

"منهنجو مقصد آ وڃڻ کان پهرين."

"چگو."

مان اتان اٿي اندر هليو آيمر، ان مهل اتفاق سان، ماسي سامانُ ميڙي ٻاهرآسَ تي رکڻ وئي هئي، رُبي پريان، هڪ ڪمري ۾ ڪپڙن ويڙهڻ ۾ لڳي پئي هئي. مان دَرَ کي پُٺي ڏئي بيٺمر، پريان سڀ چاريءَ وارا دَرَ ڏنل هئا، جنهن جي معنيٰ هئي تہ ماسي اندر ڏسي نہ ٿي سگهي.

تون اندر آئينءَ تہ سڄي ڪمري ۾ مٺڙ خوشبو پکڙجي وئي، مون

مڙي ڏنو تون دَرَ تي بيٺي رهين، مان ويجهو آيو مانءِ ته مون کي ڏسي مرڪي ۽ ٻانهن کان جهليئي. مون تو کي ويجهو کان تڪيو، تنهنجي منهن تي چٽ چاندي هاريل هئي.

"ڇا تو ڏسين؟"

"جيءُ پرڻ تو گهران."

الاءِ ڪيترا لمحا چپ هئي، مون تو کي دَرَ جي اوٽ ۾ بيهاريو، ٻاهران ڪو ٿي نه ڏسي ها ته ائين محسوس ٿئي ها ته مان چٽ اتي اڪيلو بيٺو هئس.

"اتي جو منهنجو آپريشن ٿيو نه ته مان تو کي ساڻ ساڻ رکندس، تون موت ۽ حيات ۾ مون ساڻ هوندينءَ، اتي جي ڪا تڪليف ملي ٻه نه ته مان ڪنهن سان ٻه ڪا ٻه شڪايت ڪو نه ڪندس.... تون جو ٻڌڻ لاءِ ويٺي آهين. ها نه."

مون تنهنجي ڳلَ کي ڇهيو، اهو وري پڇڻ لڳو هو.

"روءِ نه، مون تو کي موٽڻ لاءِ ڇيو آ نه، ضرور موٽندس."

"انشاالله." تو هڪدم جملو پورو ڪيو.

"۽ جي مان نه اچي سگهان نه ته تون آزاد هوندينءَ، پوءِ پلي جيئن چاهين تيئن ڪجانءِ..... شادي پلي ڪجانءِ.... خوب پار ڇٽجانءِ، هان."

مون تو ڏي نهاري مرڪيو، ڳوڙهن سان پريل مرڪ. شايد مان پاڻ ٻه روئيهارڪو ٿي ويو هئس. تون ڪجهه لمحن لاءِ شرمائجي وئي هئينءَ.

"تون ڪمينو آهين وڏو."

"اهو ته مان آهيان."

مون تو کي ٻانهن ۾ ڀريو، الاءِ ڪيترا لمحا ائين گذري ويا، تو سرگوشيءَ ۾ پڇيو

"آپريشن ڪهڙي جاءِ تي ٿيندو؟"

مون ڪڇيءَ تي هٿ رکيو "هتي."

۽ ان جاءِ تي جتي مون آڱر رکي هئي، تو پنهنجا چَپَ رکي ڇڏيا، هٿ وڏائي منهنجي ڪڇيءَ ۾ هڪ زنجيري وڏي ۽ مون ۾ تڪيندي رهئينءَ. مان ائين ئي ويٺو رهيس. الاءِ ڪيترو وقت بريڪون هڻندو، چيڪاٽ ڪندو گذرندو ويو. اوچتو، ٻاهر ماسيءَ جي خالي بالٽيءَ رکڻ جو آواز آيو، هوءَ هاٿي واندي ٿي هئي. مون تو ڏي نهاريو، تون مون کان هڪدم الڳ ٿي وئينءَ.

"مان هلان؟"

توڏي نهاريم، شايد اکيون توڏي نه پيون اُٿن.

"موڪلائيندين ڪونه؟"

تنهنجو آواز ڏڪي پيو، مان ڪجهه قدم ڪٽي چڪو هئس، مڙي توڏي نهاريم.

"چو نه."

تو هڪ پَلَ مون کي اچي جڪڙيو، منهنجن وارن کي هٿن ۾ پڪوڙي ورتئي. جڻ اهي پٽيندي هجين. تنهنجيون شدتون مون کان برداشت نه پئي ٿيون. مون تنهنجي پيشاني چپن سان ڇهي، ۽ ٻاهر نڪري آيس. ٻاهر نڪرندي مون آواز ٻڌو، اهو شايد تنهنجي سڏڪي جو هو.

---

مون کي پورا اڍائي مهينا لڳا هئا نيڪ ٿيڻ ۾. ان وچ ۾ امان وارن ڪيڏا نه سبب پڇيا، مان چو تو ٻاهر وڃان؟ مون ڪنهن سان ڪا

ڳالهہ نہ ڪئي سواءِ ادا جي. پوءِ هن جي اجازت سان مان ٻاهر ويس. ٻيو ڪنهن کي خبر هئي تہ بہ اها تہ مان بزنس جي چڪر ۾ ٻاهر ويل آن.

اهو سڄو عرصو مون ڪيئن گذاريو، مان ڇا چوان؟ هُتي مون سان ڪو هوندو هو تہ صرف ۽ صرف تون هوندي هئينءَ، مون اسپتال جي هر مريض جي ملاقاتيءَ ۾ تنهنجو منهن ڏٺو، ڇاڪ ٿيس تہ هتي گهمڻ جو الاءِ ڪيترين جايون هيون، پر مون تہ هڪ لمحو بہ توکان پري رهڻ نہ ٿي چاهيو، مان جلد کان جلد موٽ جي چڪر ۾ هئس. هتي تہ هوائن ۾ تنهنجي خوشبو بہ ڪانہ هئي.

منهنجو آواز ڪجهہ وڌيڪ ٿُلهو ٿي ويو. هتي آيس تہ گهر وارا حيران هئا، تہ هي تہ ٻن ٽن مهينن ۾ الاءِ ڇا ٿي آيو آ، ڪجهہ سنهو پر آواز ۾ الاهي ٿلهو.

پوءِ مون ڪيڏو نہ واجهايو، تو سان ملڻ لاءِ، توکي هڪ نظر ڏسڻ لاءِ مون ڇا نہ ڪيو. فون ڪري نہ پئي سگهيس، سڄو سڄو ڏينهن وري بہ فون جي پر ۾ ويٺو هوندو هئس تہ متان تون رِنگ ڪرين، پر لمحا ڏينهن ۾ تبديل ٿي ويا، تون نہ آئينءَ نہ رِنگ ڪَيَئي.

هڪ ڏينهن مون امان کان پڇيو،

"ماسيءَ وارا فون نہ ڪندا آهن ڇا امان؟"

هن مون ڏي ڏٺو "تو اجان بہ هن ڇوڪريءَ کي نہ وساريو آ هادي؟"

مون هن کي غور سان ڏٺو، "ڇو وساريانس؟"

امان کو بہ جواب ڪونہ ڏنو، مرڪي هلي وئي.

---

گهر وارن اديءَ جي شاديءَ لاءِ فيصلو ڪيو، هڪ تمام سنو

رشتو آيو هو، امان وارن ها ڪني تہ مگڻي جو ڏينهن مقرر ٿي ويو. توهان سڀ مگڻي ڪان ٻہ ڏينهن پهرين آيئو. مان ان مهل ڪمري ۾ بجليءَ جي سامان جي لسٽ ٺاهي رهيو هئس، ٻاهر گوڙ ٿيو ۽ ڪجهہ لمحن ۾ نازي ڪمري اندر گهڙي آئي.

"اسلام عليڪم، ادا!"

"وعليڪم سلام." مون سندس وار چميا.

"اچي ويئو؟"

هن هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

"ڪير ڪير آيو آ؟"

"سڀئي."

هو شايد ڪنهن ٻار جي ڳولا ۾ اندر آئي هئي، اڏوڪابرو جواب ڏيندي، ڊوڙندي ٻاهر هلي وئي، منهنجي دل جو ڌڙڪو تيز ٿيندو ويو.

"تون آئي آهين. مون لاءِ ڪيڏي نہ بي چين هونديئن. گهر ۾ ايتري رش آ، تون ڀڪَ هر ڪڙڪي تي مون لاءِ واجهائيندي هونديئن. آخر هيترو وقت ٿيو آ هڪٻئي کي نہ ڏٺي. مان چو نہ تو سامهون دير سان اچان، پوءِ جيڏي مهل تو سامهون ايندم تہ ڪيڏو نہ اشتياق هوندو، تنهنجين نگاهن ۾ مون لاءِ. ڪيئن نہ وارفتگيءَ سان تون ڏسندينءَ مون ڏي.

مان ڪمري مان ٻاهر نڪتم تہ توهان عورتن واري ٻاسي هو، مان چپ چپ ڪري گهران نڪري ويم. ٻاهر جو جيڪو ڪم پوءِ ڪرڻ جو هو سو مون هينئر ئي ڪرڻ شروع ڪيو. الاهي دير ٿي وئي، مون تہ اچان ٻہ ڪجهہ وقت چاهيو ٿي، پر اوچتو مان اندر ڪوڪا ڪٽڻ آيم تہ فرج وٽ تون ۽ ماسي بيٺيون هيئو. ماسيءَ چانهينءَ جا ٽُڪَرَ پٽي ڪيا ۽ تو اهي

پليٽ ۾ سينگاري، فرج ۾ ٿي رکيا. مون وٽ ملڻ ڪانسواءِ ڪو چارو نہ هو

"سلام عليڪم." ماسيءَ جي پيرن تي هٿ رکيم.

"اڙي! هادي ڪٿي گم آهين؟"

هن مون کي ياڪر ڪٿي پاتو، مان ششدر ٿي ويم، هيءَ ايترو ٿي پاڻي!

"الاهي ڏينهن ٿي ويا تو کي ڏٺي، تون آهين ڪٿي؟"

"ٻاهر ويو هئم، ماسي!"

مون مڙي تو ڏي ڏٺو، "اسلام عليڪم."

مون توکي سلام ڪري تو ڏي هٿ وڌايو، تو ڏٺو اڻ ڏٺو ڪري، مون کي بي توجهيءَ سان هٿ ڏنو ۽ پليٽ ۾ چانهيءَ جي ٽڪرن کي خوامخواهہ هيڏي هوڏي رکڻ لڳينءَ. منهنجو وجود پُري پيو، اها هڪ نظر هئي جنهن لاءِ مون ايترا خواب ڏٺا هئا. تو تہ نگاهہ ڪنڻي ئي ڪانہ، مون ڪيئن سوچيو هو تہ اِها هيئن هوندي..... هوندي.

"ٻڌو اٿم بيمار هئين ڪجهہ ڏينهن، هاڻي ڪيئن آهين؟"

"ٺيڪ آهيان بلڪل."

مون توڏي نهاريو هو تون اٿين ئي لا تعلق ٿيو ويٺي هئينءَ، مان چپ ڪري اتان نڪري آيم.

"تون تہ پتِ لاءِ ڪوڪا ڪٺڻ ويو هئين. پاڻ کي هٿي آئين ڇا؟" دماغ پڇيو.

"نہ تہ" دل ڳالهايو، "هوءَ مجبور هئي، ماسي جو اتي ويٺل هئي، هوءَ ڪيئن ڳالهائي ها؟"

"پر ايترو تہ مجبور نہ هئي جيتري تون ٿو ظاهر ڪرين." دماغ

دڙيو، "ايتري مجبور تہ ڪونہ هئي جو تو تي هڪ نظر ئي وجهي ها، هن جي هِڪ نظر تي بہ پابندي هئي ڇا؟"

"ها ڇو نہ هئي هوءَ پابند، مان بہ اجايو ٿو سوچيان، هوءَ جي اڪيلي ۾ ملندي تہ ائين ڪندي ڇا؟" مون پڇڪيو.

ان مگٽي جي گوڙ ۾ خبر پئي، تو سان گڏ هڪ ساهيڙي بہ آيل هئي ۽ تو سڄو وقت هن سان گڏ هئينءَ.

ماسيءَ مون ڪي اتي بہ ورائي ورتو.

"هادي تون اڃان ان ڳالھ تي قائم آهين."

"ڇو نہ ماسي، ڇو نہ هوندم."

"الاءِ پُٽ اڄ ۽ هونئن ڏٺو بہ اڄ تہ ڇوڪرن جو هڪُ دين ايمان نہ هوندو آ، تي سگهي ٿو تون بہ بدلجي ويو هجين. "هن مرڪيو معنيٰ خيز مرڪ.

"توهان پنهنجي ڳالھ ڪيو، توهان تہ ڪونہ بدليا آهيو؟"

"مان ڇو بدلجنديم، جت منهنجي ڌيءَ راضي، اُت مان."

منهنجي وجود جي وڻ تان جيڪي ڇلر لٿا هئا، اُتي جڻ پيا ڏار ڦٽڻ لڳا، مان ان مهل اندر ڪنهن ڪم سان آيو هئس، هتي ماسيءَ الاءِ ڇو پڪَ ڪرڻ لاءِ جڻ بيهاري ڇڏيو هو، مون کسڪڻ چاهيو.

"مان هلان، ٻاهر ٿورو ڪم آ؟"

"يلي........." هُوءَ ڪجھ وکون هلي، "پُٽ هادي......."

مان اڃان مُڙيم تہ هن وري سڏيو،

"جيءَ"

"تون جي بدلجين تہ مون کي پهرين خبر ڪجانءِ."

مون ماسيءَ ڏي غور سان نهاريو، ڇا مقصد آ هن جو؟.... توڪ

ٿي ڪري. نہ تہ، شايد مذاق ٿي ڪرين.

"چڱو، حاضر." مون مرڪيو ۽ اتان نڪري آيس.

---

ٻئي ڏينهن امان چيو تہ تون ۽ تنهنجي ساهيڙي، ڇوڪرين جي هاسٽل ڏسڻ ٿيون گهرو ۽ مان اوهان کي وٺي وڃان. مون ڊرائيور کان گاڏي ڪڍرائي، ٻاهر الاءِ ڪيترا لمحا بيٺس، پوءِ توهان ٻاهر نڪتو. تنهنجو منهن اهو ئي ڦِريَل هو، اسان هاسٽل آياسين، تو ڪو بہ رُخُ نہ ڏنو، مون اوهان کي اندر موڪليو، ان وچ ۾ نہ تو مون سان ڳالهايو ۽ نہ ئي مون تو سان.

توهان اندر ويئو تہ مون هاسٽل جي ٻاهران، ملڻ واري ڪمري ۾ ڪرسي والاري. اتي ڪجهہ اخبارون پيون هيون، مون هڪ اخبار سامهون ڪئي. منهنجيون اکيون بظاهر پڻ تي هيون، پر اصل ۾ مون ان رستي تي نهاريو، جتان توهان ويا هُيَئو، توهان ٻئي موٽيوءِ تہ مون اخبار مُنهن جي سامهون ڪري ڇڏي،" هاڻي تہ تون ڳالهائيندينءَ، پَڪَ چوندينءَ هلو تہ هلون، ڇشبو تہ نيڻ تو کي ڪُچِڻو ئي پوندو.... مون کهڙو تنهنجي ساهيڙيءَ سان ڳالهايو هو جو هوءَ ڳالهائيندي......"

انهن ئي لمحن ۾ مون ٻڌو، تو پنهنجي ساهيڙيءَ کي چيو

"هن کي چئوس تہ هلي."

مون کي ڪَنَن تي اعتبار نہ آيو، هي... هوائن ۾ مِٺي ملي وئي هئي الاءِ ڇا.... تڏهن تہ چوطرف واچُوڙو هو.

"ادا اچو هلون." هن اجنبي ڇوڪريءَ مون کي پُڪاريو.

"ها، بابا هلو."

مون وراڻيو، منهنجو آواز، مون کي ئي کُوهہ جي تري مان ايندڙ

لڳو، تہ اھو سڀ بہ وھم ٿي نڪتو نہ تہ ھُوءَ اڪيلي ٿيندي تہ ملندي... ھن تو تو کي اَيترو چوڻ بہ پسند نہ ڪيو ھادي، پوءِ تون ڇا تي تو ہاڻ کي پڏائين.

گھر اچي ويو، توھان لھي اندر ويٺو، مون ڊرائيور کي لاتو ۽ پاڻ گاڏي ڪٽين نڪري پيس. سامھون چڻ ڪار ۾ لڳل آئينو پُڇندو ھجي

"ھي سڀ ڇاھي ھادي؟.... ھنن ڪن مھينن کان اڳ تہ اھو سڀ ڪجھہ نہ ھئو. ھُو ڪيڏي تي ڇا تو سان؟؟؟؟؟.... رانديڪو لڏو ٿئين تو کي... جيئن وٽيس تيئن تو سان ھلي...ھن کي تنھنجي ڳالھہ تي اعتبار ڪونھي تہ پوءِ اھو ساٿ ڪھڙي ڪَمَ جو، واھہ واھہ.... ھن جي ماءُ تو سان واعدا تي ڪري، پَڪَ تي ڏني ۽ ھُوءَ پاڻ تو کي ڪُوڙو تي ڪري.... ڇا ڏنو آ ھن، ھي ڪو ڊرامو آ ڇا؟"

"تون بہ تو ائين چئين منھنجا دوست؟"

"چو نہ چوندومانءِ، تون جنھن کي سيڪنڊن جي ھزارن حصن ۾ ياد ڪندو آھين، سا تو کي ھڪ ڏينھن بہ ياد ڪرڻ لاءِ تيار ڪونھي. ڇا ھي سڀ؟"

"مان، پڇندم ھن کان ھڪ ڀيرو ضرور. آخري ڀيرو.... ضرور ويندو مانس."

مون گاڏي واپس موڙي ڇڏي.

تنھنجي گھر گھڙيم.

ٻاھر نڙڪايو ھئم تہ تو اندران جواب ڏنو ھو. اندر آيم تہ خبر پئي، ماسي پاڙي ۾ ويل ھئي. گھر ۾ صرف نوڪرياڻي ۽ نازي ھئي،

تون ان مهل دالان ۾ ئي بيٺي هئينءَ. مون کي ڏنو ان ڏنو ڪري، تون پنهنجي ساهيڙيءَ ڏانهن متوجهہ ٿي وئين. هُوءَ شايد هاڻي واپس پئي وئي. مان الاءِ ڪيترا لمحا اتين ئي بيٺو رهيس.

هُوءَ وئي تہ تو مون ڏي نهاريو

"ڪيئن آيئو؟"

"تنهنجي روئيي جو سبب پڇڻ آيو آهيان." مون ڪرسي ريڙهي" آخري پيرو مون سان ڪُلي ڳالهاءِ، پوءِ مان هلي ويندس."

"تون هميشہ ائين چوندو آهين ۽ وري موٽي ايندو آهين."

اهو جملو نہ هو، چڻ اسپرٽ جو ڦُڙو هو، جو تو منهنجي ڪنهن زخم تي رکيو هجي.

"وري بہ...." مون پاڻ تي ضبط ڪيو. تون لاپرواهيءَ سان ايڏي هوڏي نهاريندي رهينءَ.

منهنجي وات مان نڪري ويو

"هن ڀيري سچا سارا چار مهينا ٿي ويا تو کي ڏِٺي......"

مون اڳتي چوڻ ٿي چاهيو" الاهي عرصو ٿي ويو آ، ان ڪري ناراض ٿي وئي آهين ڇا؟" پر تو جملو ڪٽي ڇڏيو

"تہ ڇا ٿيو..... ڪو خاص عرصو تہ ناهي ٿيو."

تو ڪُلها ايا ڪري لاپرواهي ظاهر ڪئي، چڻ تو کي اهو عرصو محسوس ئي نہ ٿيو هجي. مون کي ياد آيو، ڪيئن نہ ان عرصي جو هِڪُ هِڪُ سيڪنڊ مون تنهنجي نالي سان منسوب ڪيو هو.

هي ڪهڙي تيرن جي بارش هئي جنهن ۾ منهنجو سڄو وجود زخمي ٿي رهيو هو. مان الاتي ڪيتري دير تو ڏي ڏسندو رهيس.

"پوءِ؟"

"پوءِ ڇا؟" تو وري لاتعلقي ظاهر ڪئي.

"سبب نہ ٻڌائيندين؟"

"منهنجي مرضي." تو مرڪيو، تلخ مرڪ.

"تنهنجي مرضي.... ٻئي ڪنهن سان تنهنجي مرضي ڪانهي، باقي مان ئي ان لاءِ رهيو آن ڇا؟"

منهنجو لهجو انتهائي گرم هو، ۽ ان مهل تو ايڏي ئي ٿڌي آواز ۾ چيو

"مون تو سان هلڻ نہ چاهيو، تو مون کي مجبورن هلايو، هاڻي مان تو سان گڏ هلڻ نہ ٿي چاهيان."

اهي لفظ هئا يا ڪنڊا. اهي تو ڇپيا هئا.... تو، جنهن پاڻ مون سان انهن ڇِڪرَن جي شروعات ڪئي هئي.

منهنجو منهن تَپَڻَ لڳو، ڪجهہ ورهيہ پهرين جا اهي ڏينهن وري موٽڻ لڳا. منهنجيون مُٺيون وري ڀِڪُوڙجَڻَ لڳيون،

دماغ چيو "هادي، هي اهو ماڻهو آ، جنهن جي لاءِ تو پرديس جو سفر اختيار ڪيو، پنهنجي وجود جي هڪ هڪ سينٽي ميٽر کي تو هن لاءِ تبديل ڪيو،اڄ اها ئي اٿين ٿي چوي.... هي محبتون آهن؟.... جي آهن بہ تہ انهن تي لعنت آ...... ڇا ڪبو انهن کي..... تون اٿين ئي ڇگو آهين، وحشي، ستمگر، ضدي.

تنهنجو ڪنڌ جهڪيل هو، مون سَٽَ ڏئي تنهنجي وارن کان جهلي، تنهنجي مٿي کي مَٿي ڪيو، تنهنجو مُنهن سڌو ٿي ويو. مون ڳچيءَ ۾ پيل زنجيري، هِڪَ سَٽَ سان لوڙي ۽ ڪنڌ جي لوڪريءَ ۾ اڇلائي ڇڏي.

"تنهنجو منهنجو ناتو بہ اڄ ان زنجيريءَ جيان ٽُٽي، ڪنڌ جي

حوالي ٿي ويو آ، هاڻ ان کي نہ تون ڪٽنديئہ نہ مان، پلي ڪو پنکي اچي ڪٽين."

منهنجو وجود موت ڪائڻ لڳو، مون ميز ڪي لتَ وهائي ڪڍي، ڪرسي پريان ڪري ۽ گلاس ڪي پاڻ سان ڳنڍ ڪٽندي وٺي، مون پنهنجو وجود وري اڳ وانگر رپَ جيان سخت ۽ رَتَ جي دَوري ۾ لڙهندي محسوس ڪيو، مان تنهنجو درُ هميشہ جي لاءِ ٽپي آيم.

اهو أنَ خواب جي تعبير هو.



۽اڄ وري هن ڇوڪريءَ مون کي ڇرڪايو آ.

هتِ گهريو ٽنين مون ڪان، ڪيس شايد خبر ناهي، مان پني هَتَ ڪَهاني ڇڪر آن. هن ڇوڪريءَ ڪان، جنهن جو نالو فوزيہ محمد خان هو، مان الڳ ٿيم تہ اندرَ ۾ جڻ چشما ڦُٽي اُٿيا، گرم پاڻيءَ جا. منهنجي وجود جو ڪير ٽر وري ويران ٿي ويو، منهنجين اکين مان شايد نظارن ڏسڻ جي طاقت ختم ٿي وئي.

پوءِ ڪيڏو نہ سنڀاليو مون پاڻ کي. ڪنهن کي ڪهڙي خبر هئي تہ هي ڪهڙي عذابن جي بارنهن دري آ، جنهن مان بيهي مون پريان بيٺل سُکن جي باغ کي ڏٺو هو. هڪ ڏينهن تہ امان ٿي وي ڏسندي هڪ خوبصورت ماڊل ڇوڪريءَ ڏانهن ڏيان ڇڪايو

"اها ماڊل فوزيءَ جهڙي آ نہ هادي."

منهنجا ڪَنَ جڻ پَچَندا هجن، ماڙ هن ڪي ڇا چوان؟ ڪيس ڏيکارڻ لاءِ مون ٽي ويءَ ڏي نهاريو، اتي ٻارن جي ڪنهن ائڊورٽائيز ۾ ڪا ڇوڪري، مرڪي، ٻارن سان کيڏي رهي هئي. سندن وچ ۾ ويهي ڪتمنڙا ورهائي رهي هئي.

هيءَ به ته Proffessionally مرڪي ٿي نه، هر ڪا خوبصورت ڇوڪري شايد ائين ئي مرڪندي هجي جڏهن هيءَ ائڊ ختم ٿي ويندي ته هن مڙي به هنن ٻارن ڏانهن نه ڏٺو هوندو. جيئن هُنَ مون سان ڪيو هو.

"آهي نه؟" امان چرڪايو، شايد منهنجي مُنهن مان ڪو تاثر ڏسڻ ٿي گهريائين.

"جي....... هوندي."

"تو ڪي نه ٿي لڳي؟"

۽ ان مهل الائي ڪيئن مون اهو جملو اُڪلي ڇڏيو

"مون سان هن جي ڳالهه نه ڪجو، آئينده."

"ڇو؟" امان پنهنجي مخصوص ڪِلَ ڪلي.

"مان هن ڪي ڇڏي چُڪو آن."

"پنهنجي عادتن مطابق، تون ته سڄي خاندان ۾ مشهور ٿي ويو هئين هن سان."

"اها غلطي هئي منهنجي."

"پر هاڻي مان ڇا ڪيان؟ مون ماڻس سان ڳالهايو به هئو، تو جي چيو هو."

"مون چيو نه، مان محبتن جي لائق ناهيان، نه ٿو ڪري سگهان ۽ نه ئي وني ٿو سگهان،

"I simply know, how to hate and to be hated"

ان ڪان اڳ جو امان وڏيڪ چوي ها ، مان تلخ ٿي ويم ۽ ان مهل مون ڏٺو، هوءَ مون ڏي پنهنجين هيڏين سارين اکين ۾ حيرانيءَ جا ويرَ ڪنيئو تڪي رهي هئي. امان جي ٻَري جي مائنياڻي هئي، ڪجهه ڏينهن ڪان هتي آيل هئي، ويچاريءَ جي ٻانهن سڙيل هئي. منهن سانورو، پر نقش الاهي غضب جا هئس. سڄي خاندان ۾ ان معذوريءَ ڪري ڪوجهي ليکي ويندي هئي. هن سڄي خاندان ۾ شايد حُسن ئي حسن پکڙيل هو، سواءِ هن ڇوڪريءَ جي. شايد هن پنهنجو حصو جهلڻ مهل، ڪو وڏن سوراخن وارو پَرَڻُ ڪنيو هو. هونهن، ڇا ٻه هوندو يا هجي، پر هيءَ ٻه تو تي ٿي رحم ڪاٿي، هادي، ڇو نه ڪاٿي؟ هتي آئي هوندي تہ تون ڪان ضرور باخبر ٿي هوندي ۽ لازمن تون هن سڄي آکَهِ ۾ واحد فرد آهين، اهو حصو ٻه هوءَ نہ ڪيندي ڇا ؟"

---

الاٿي ڪيترا ڏينهن مان گم رهيم، پنهنجو پاڻ ڪان ئي شايد غافل ٿي ويو هئم، گهر ايندو هئم لمحن لاءِ ۽ وري ٻاهر جا رستا هوندا هئا ۽ مان هوندو هئم.

گهر آيو هئم ڪنهن ڪَمَ سان، اندر پنهنجي ريڪ مان فائيل ڪيندي، دَرَ تي کڙڪو ٿيو، ان مهل دل چيو "ڪاش ماسي رحيمان هجي تہ هڪ ڪوپ چانهن جو چوانس."

مون رڙ ڪئي "اچو"

اها زاهده هئي، ڪوجهي، هٿن ۾ چانهن جو ڪوپ هئس. اندر آئي ۽ چانهن مون ڏي وڌايائين تہ مون ڏٺو، سندس هَٿَ ڏڪيا پئي. هوءَ اندر آئي هئي تہ دل چيو ڪيس دَبَ پٽيان، ڇو آئي آهين؟، پر هوءَ ڏڪي

پنهنجي، چا ڪيانس ها،

"اتي رکوس، سائيڊ ٽيبل تي."

هوءَ چانهن رکي مڙڻ لڳي.

"گهر ۾ نوڪر نہ هئا ڇا؟"

"هئا" هن جڙ ڪيت ڏني.

"پوءِ آئيندي اوهان زحمت نہ ڪندا ڪيو. مان اوهان کي هتي نہ ڏسان."

مون جملو چئي هن ڏانهن پٺي ڪئي، سامهون آئينو هو، مون ڏٺو هن جون اکيون پريون پنهي هوءَ مات ڪري ٻاهر هلي وئي.

"چڱو نہ ڪيئي، ڪنهنجي دل ٽوڙي." آئيني وري ڳالهايو.

"تہ ڇا ڪيانس ها، مٿي تي ڪٽانس ها ڇا؟"

مون تلخيءَ سان پٺڪيو ۽ چانهن جا ڍُڪَ ڀرڻ لڳس.

پوءِ هڪ ڏينهن، منهنجي گاڏيءَ جو ايڪسيڊنٽ ٿي پيو، مهينو ڪن اسپتال ۾ رهي. گهر آيم تہ اتي بہ بيڊ ريسٽ هئو، ٻہ مهينا. ان سڄي عرصي ۾ هن منهنجي خوب پرگهور لڌي. خبر پيم امان هن کي هتي رهايو آ. سندس گهر وارن شايد ڪيس واپس نہ پنهي گهرائڻ چاهيو.

مون هن کي الاهي جهليو، چا نہ بُرو سلوڪ ڪيو مانس، پر هن تي ڄڻ ڪو اثر ئي نہ هئو. هوءَ ڪنهن روبوٽ جيان پنهنجي ڪَمَ ۾ لڳي پئي هوندي هئي. آهستي آهستي مان هن سان ڪجهہ هِرندو ويم، هوءَ منهنجن دوستن وانگر هئي، ان کان وڌيڪ مون وٽ ڪجهہ سوچڻ جي گنجائش ڪا نہ هئي.

هن منهنجي ڪمري ۾ غاليچي تي برش پئي هنيو، چولي جون

ٻانهون مٿي ڪُنجي چڙهيون هئا سين. سندس سڙيل ٻانهن بلڪل ڪاري هئي، هَٿُ ڏاڍو خوبصورت هئس. مون ڪي پنهنجي ٻانهن ڏانهن ڏسندي، ڏسي ڪلي پئي، شيشي جيان شفاف ڪلَ.

"ڪلين ٿي؟"

"سوچيان ٿي توهان جي نظر ٻانهن تي ئي وڃي، ان ڪي سڙيل ڏسي الائي ڇا ٿا محسوس ڪيو، منهن تي عجيب تاثر ٿا اچن، جيڪڏهن روح سڙيل ڏسو ته الائي ڇا ڪيو؟"

مون ڪجهه نه ڪڇيو، هوءَ به ڪم ڪي لڳي رهي.

سندس پيشانيءَ تي وڏو گهاءُ هو، هن جي سڄي منهن ۾ جيڪڏهن ڪا شئي هئي ته سندس اکيون هيون. بلاشبہ دنيا جي خوبصورت اکين مان ڪجهه.

"گهر ڪڏهن ويندينءَ؟"

مون الائي ڇو چئي ڏنو.

"توهان ڪَٿِ تي ويا ڇا مون مان؟" هن عجيب سوال ڪيو، مان هڪدم گڙٻڙائجي ويم.

"منهنجو مقصد نہ هو، مان تہ......"

مان چپ ٿي ويم، اجهان ڳالهاءِ بغير ڪنهن موضوع جي هادي.

"مان هاڻي گهر نہ ويندم."

"ڇو؟"

مون کان وات مان نڪري ويو، دل هڪدم دڙيو، ڇو ٿو پڇان هن جي باري ۾؟... پر نہ مان ڪا ڳالهہ پاڻ لاءِ ٿورئي ٿو پڇان، مڙئي وقت گذاري.....

"مون هتي جاب لاءِ اپلاءِ ڪيو آ،..... اتي مان هوندي آن نہ تہ

سڀ منحوس سڏيندا آهن، الاهي ڏکَ لڳل اٿم نہ. جڏهن بہ ڪا سٺي تقريب ٿيندي آ نہ هُتي تہ الاٽي ڇو هڪُ بہ دفعو ائين ٿيو آ تہ مون کي ڪو نہ ڪو وڏو ڏکُ لڳي ٿي پيو آ ۽ هنن جو پروگرام خراب ٿيو آ، تہ ان ڪري نہ هُو مون کان الڳ هٽڻ ۾ ئي عافيت ٿا پائين."

هُوءَ صفائي ڇڏي. ماٺ ڪري برش جي وارن سان ڪيڏندي رهي، تہ هادي، هتي تون اڪيلو ناهين. الاٽي پيا ڪيترا آهن ان عذاب ۾ آتش خيز، سڙندڙ .

"۽ تنهنجا ماءُ پيءُ؟"

"اهي تہ آهن ئي ڪو نہ. ڇَنڊَڪُ آهيان، ڇايم تہ سِرُ ڪنيو مانِ."

"ائين ڇو ٿو چوين؟"

"ائين تہ ڇنبو نہ، دنيا جو چوي ٿي."

"نہ ائين نہ ڇنبو." منهنجو آواز بدلجڻ لڳو، هن ڪجهہ نہ ڏٺيو، ماٺ ڪري ٻاهر هلي وئي.

منهنجي ٽنگن تي پلاسٽر چڙهيل هئو، مون مٿو، بشم جي سيرانديءَ کان هنيو. هٽ پٽ تہ ڪا نہ هئي. اذيت ۾ مزو ئي ٻئي آيو، ۽ الاٽي ڇو مون هن کي سڏ ڪيو.

"زاهده."

"جي" هُوءَ پڇندي آئي.

"مون کي پيهروٽ وهائي ڪيو."

"جي"

"رَتُ ڪيو منهنجو، منهنجي دل تي ڇٽي، منهنجو مغز ڦاڙيو.... جيئن تنهنجي جسم تي الاهي ڏکن جا نشان هئا، جيڪي لڳا هئا نہ، ها نہ، مان ٻاڻ کي ڏکُ هٽندو آن، هڻ تون."

مون کي خبر هئي منهنجو علاج اهو ئي هئو، هي وقت سچو ان ڏچي ۾ گذريو هو، پنهنجي علاج کان به پاڻ واقف نه ٿيان ها ڇا؟......

مان متو وهاڻي تي سٽيندو رهيس، لونڊڙيون وري ورن پيون، ۽ ان مهل الاهي ڪيئن هن، منهنجو مٿو، پنهنجن هٿن ۾ جڪڙي ورتو، ڪن ۾ سرگوشي ڪندي چيائين

"هن هڪ ڇوڪريءَ جي چڱڻ سان اهو ڪجهه ٿيو آ ته، پوءِ توهان محبتون ئي ڇو ڪيون هيون؟، ڇا نه ٿا ڄاڻو ته محبتن ڪرڻ لاءِ نفرتن جي سهڻ جو فن سکڻ لازم آ."

هن جي هٿن ۾ ڄڻ ڪو پاڻي هو، هو بلڪل نرم هئا، مون اکيون کوليون. منهنجي ساڄي اک جي پرسان اها سڙيل ٻانهن هئي، ڪاري، لُوٺ، پر ان مان جهڙا شعاع پئي نڪتا. مون ڪجهه نه ڪڇيو، پنهنجو مٿو انهن هٿن جي حوالي ڪري ڇڏيو. هوش آيم ته هوءَ منهنجي مٿان جُهڪيل هئي، سندس ساهه منهنجي وارن کي ڇُهي رهيو هو، هن سمجهيو مان ستل آن، منهنجي وارن کي هن چميو ۽ هلي وئي. سان چرڪي پيم.

هن ڇا ڪيو هي هادي؟، ڇا هن کي اها خبر ڪو نه هئي ته هي وار ۽ پيشاني نيلام ٿيل هئا.

---

مان هن کان ڪتجڻ لڳس، هوءَ ايندي هئي ته مان منهن ڦيري ڇڏيندو هئس، هن سان لاتعلقي ظاهر ڪرڻ شروع ڪيم، الائي ڪيترا ڏينهن ائين گذري ويا.

اڄ، هوءَ هڪدم تيز ترار وجود جيان اندر هلي آئي.

"اوهان کي لاتعلقيءَ جو زهر، هن پياريو هو نه. اها جيڪا توهان سان ڪنهن به مرحلي تي اوهان لاءِ نه جهڪي، توهان ڇا اها بخشش مون کي ٿا عطا ڪرڻ گهرو؟"

مون کي تاڪ لڳي ويا. هوءَ ايڏي ته گرم هئي، جو سندس ٻاڦ مان محسوس ڪري پئي سگهيس

"سڀ ڄاڻان ٿي مان، توهان جي باري ۾ سڀ خبر اٿم ۽ شايد ان ڪري دل اوهان ڏانهن ڇڪجي آئي هئي هادي، هتي ته جسم ۽ روح ٻئي زخمي آهن، سوچيم، توهان سان ملي، پنهنجو پاڻ کي وساري اوهان لاءِ وقف ٿيندم. پر شايد اوهان نه ٿا چاهيو."

"تنهنجي اکين جا ڇپَ، ڳالهائين ٿا پر منهنجين اکين جا ڪَنَ، اها ٻولي نه ٿا سمجهن."

" ان ڪري جو مان ڪوجهي مشهور آهيان، ها نه. توهان لائق ناهيان، ڇو ته توهان بي انتها خوبصورت آهيو، ائين......"

"اها ڳالهه ناهي."

"پوءِ ڇا هي؟، ڇو نه ٿا مون کي ساڻ هلڻ ڏيو؟ هادي جذبن جو موت، توهان کي خبر آ، ڪيڏو نه اذيتناڪ هوندو آ، توهان هن کي هميشه جي لاءِ هٿ ڪرڻ ٿي چاهيو، نه ڪري سگهيئو ته تڙپي پيا نه...... مان ته ان جي بلڪل اُبتڙ آن، اوهان سان سات ڏيڻ ٿي گهران، اڪيلائين جو. جيستائين اوهان چاهيندا،.... جڏهن چوندا ڇڏي ڏيندم، توهان مون سان گڏ هڪ به قدم کڻو ته سهي نه."

هن جو لهجو پريل هو، پنبڻ ۾ ڳوڙها اٽڪي پيا هئس، هوءَ ڏُسڪندي هلي وئي

هن وري ضد ڪيو هو، الائي ڪجھ ڄاڻندي پڻ الائي نہ . ”ڇري آ ڇا؟.... ٻيهرن کان ٻير ٿي گهري، پر تون بہ تہ بلڪل بي سهارا آهين هادي، ڇا ٿيو جي هن کي ساڻ ڪٺين؟.... هوءَ تہ بلڪل اڪيلي آ، دنيا هن سان اهڙا ئي ڪَلور ڪيا آهن، جيڪي تو سان ٿيل آهن..... هوءَ ڪيڏي نہ صاف گو آ. بلڪل کُليل ٿي ڳالهائي ۽ وڏي ڳالهہ تہ اندرَ جي عذابن کان واقف آ.“ دماغ صلاح ڏني

”هوءَ خوبصورت نہ آ.“ دل چيو.

”تہ ڇاهي؟.... هُوءَ خوبصورت ڇوڪري تو کي ڪيئن نہ اطمينان سان ڇڏي وئي، ڪيس ناز هئو نہ سندس حسن جو. هي سچو هڪڙو ڏيک آ تہ عورت هڪ دفعو پيار ڪندي آ، بڪواس آ نہ، سڀ فضول آ... پر هي.... زاهده.... ڇا، هي فضول ناهي؟.... نہ، هن تو کي سهارو ڏنو آ، تنهنجي خدمت ڪئي آ.....“ دماغ گوڙ ڪيو.

”تہ ڇا ٿيو، ڪهڙو تون هن سان بُرو هليو آهين؟، سنو هلي آ تہ ضروري آ ڇا تہ تون پنهنجو پاڻ کي ٽِپ ۾ ڏئي ڇڏين.“ دل دَڙيو.

”ڇا تون بدلو وٺندين، هن کان، فوزيہ جو؟، ڪنهن رُوپ ۾ موهہ جو بدلو، اڻ موهہ کان وٺبو آ ڇا؟، فوزيہ تو کي هزار ڀيرا ڇُهيو، سندس ٻانهن ۾ ايترو لوچ نہ هو جيترو ان سڙيل ٻانهن ۾ تو لاءِ آهي، ڇا هڪ دفعو وري بہ تون ظلم ڪندين پنهنجو پاڻ سان؟، جو سچو ساٿي ملئي ٿو تہ ڇڏين ٿو.“



مان آئيني ۾ تو نهاريان، هو مرڪي ٿو

"خوبصورت آهين پر جسماني طور تي، روحاني خوبصورت محبتون سڀ ڪپائي چڪو آهين. هاڻي ان ڪوٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ تنهنجو ونڻ ضروري آ، هوءِ جي ڪوجهي آ تہ ڇاهي؟ هن جي منهن جو گهاءُ، سندس دل جو ڪڏو آ، جنهن ۾ الائي ڪيترين محبتون تو لاءِ پريون پيون آهن... دير نہ ڪر، هڪ غلطي ڪري بہ نہ ڪر........ هي ڪو خواب ٽوڙني آ، هن جي شروعات ئي حقيقت آ، اهو تہ آهي ئي تعبير."

مان هن کي سڏيان ٿو، هوءِ الائي ڪٿان مون وٽ اچي ٿي. ڪجهہ ملول ڪجهہ ويراڳي.

"هڪ ڳالهہ چوانءِ." مان هن ڏانهن غور سان ٿو ڏسان.

"چئو." هوءِ ڪنڌ جهڪائي ٿي ڇڏي. هن جا وار ڪيڏا نہ گهاٽا آهن

"منهنجا هٿَ ريکائن کان بلڪل خالي آهن، سڄو مقدر جيڪو اڳ لکيل هو، ڊهي چڪو آ، ائين سمجهہ تہ مان ڪٽي هٿَ ڪپرائي چڪو آن."

منهنجي ٽڙي پريل آ، هُوءِ مون ڏي تڪي ٿي.

"مان تو لاءِ لائق ناهيان، محبتون SHARE نہ ڪري سگهندمر، منهنجن ڇپن تو کان پهرين بہ هڪ عورت کي ڇهيو آ."

"تہ ڇا ٿيو؟"

هُوءِ مُرڪي پئي، سندس منهن تي ڄڻ سون ٻُرڪيل آ، مان ڪنڌ جهڪائي ٿو ڇڏيان. هوءِ مون کي ڳِلن کان جهلي ٿي.

"هي هَٿَ جي خالي آهن تہ مان انهن تي ريکائون لڪندمر ۽ جي نہ لکي سگهيمر تہ پنهنجي هَٿَ ڪپرائي، توهان کي هٿائي ڇڏيندمر،

منهنجي سڄي وجود ۾ اهي هَٿَ ئي تہ اوهان جي عضون سان ملندڙ جلندڙ آهن خوبصورتيءَ ۾، اهي توهان کٽجو، بس."

"۽ تون؟"

"منهنجو مقدر تہ توهان وٽ آ نہ"

هوءَ چڻ کا شرناء هجي.

سندس کَنڌُ جهڪي ٿو وڃين، منهنجي نڙي صاف ٿي ٿي وڃين.

مان کيس ويجهو کان ٿو ڏسان، الائي ڪيئن چئي ٿو ڏيان

"هڪ جسماني ڏانگهو روحاني ڏانگهي کي قبول ٿو ڪري."

منهنجو آواز مون لاءِ وري ٿُلهو ۽ چاش سان پرپور ٿي ويو آ.

مان متو، هن جي متي سان ٽيکي ٿو ڇڏيان.



# ناري پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

(١) هيل نہ ڪو سنگ ڪاڏم (پهريون ڪتاب) --٥
(٢) ڪل جا ڪستوري (ختم ٿيل) (ٻيو ڪتاب) --٥
(٣) منهنجيون اکيون آليون(ختم ٿيل) (ٽيون ڪتاب) --٥
(٤) ڏاهيون ڏک ڏسن (ختم ٿيل) (چوٿون ڪتاب) --٥
(٥) مان اڪ جو ڦل (پنجون ڪتاب) --٦
(٦) اُجايل ناري(ختم ٿيل) (ڇهون ڪتاب) --٥
(٧) هڪ ڇوڪري هڪ عجيب ملڪ ۾(ٻارن لاءِ)(ختم ٿيل)
(ستون ڪتاب) --٣
(٨) سوني زنجير-ترجمو حميد سنڌي(ختم ٿيل) (ٻارن لاءِ)
(اٺون ڪتاب) --٣
(٩) راڻا جي رجپوت (ختم ٿيل) (ڪهاڻيون) حميد سنڌي --٣
(١٠) هيلو ڪي وري آ(ختم ٿيل) (ڪهاڻيون) نذير ناز --١٥
(١١) هٿين هٿ ڪڙول( جيل جي ڊائري) طارق اشرف -- ٤٠
(١٢) تو سنگ تو بن ڏينهڙا(انعام يافتہ ڪهاڻيون) محمود مغل -- ٢٠
(١٣) جهرڻا (ڪالم) نذير ناز -- ١٥
(١٤) پياسي ڌرتي پياسي دلڙيون(ناول) ڪرشن چندر -- ١٢
(١٥) روپ ۽ بهروپ (ناول) خواجہ احمد عباسي -- ١٠
(١٦) وڇوڙو (ڪهاڻيون) سندري اتم چنداڻي --١٥
(١٧) اڏران ها هن پار (منگزين) نذير ناز --١٥
(١٨) زلزلو (ناول) ترجمو نجم عباسي -- ٢٠
(١٩) روشن چانورو(ڪهاڻيون) ثميرا زرين --٣٠

| | |
|---|---|
| (٢٠) تنهنجي تند تنوار(مئگزين) نذير ناز | ١٠-- |
| (٢١) "هنج" ( ٻارن لاءِ) | ٣-- |
| (٢٢) ڏينا ڏينا لاٽ اسان(مئگزين) | ١٠-- |
| (٢٣) پيار جو آئينو(ناول) وشنو ڀاٽيا | ٢٠ -- |
| (٢٤) هي کھڙو ٻنڌڻ (مئگزين) | ١٢-- |

گھرائڻ لاءِ پتو:

پوسٽ بڪس نمبر ١٥ حيدرآباد سنڌ

ٻارڙا ڪنهن به معاشري جي ڪريم هوندا آهن. ۽ سندن
تذڪرا جڻ ڪنهن سون جي ذري جو نظرن جي ، امهون
آئڙ هوندو آهي.

اهڙو ئي سَون رُوپو، رنگ رتو ٻارن لاءِ ديسي پرديسي
ڪهاڻين جو مجموعو

"ڳاڙهي لوئي"

۾ سموئي، اسين تمام جلد اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪنداسين.
محمود مغل جا ڪيل ترجما،
ٻارڙن لاءِ ناريءَ ٻاران خاص سوکڙي.
تمام جلد اوهان جي هٿن ۾ هوندي.



هٽ ريڪارڊ کان خالي

هِڪَ سَرِوِتن، محشر بدن جو قصو، جنهن جي وجود جي ترڪَشَ ۾ ڪيترا ئي ڪج ادائن ۽ شِڪوه ترانين جا تِير پيل هئا.
هڪَ نرم خُو، سِيم تن جي ڳالهه، جنهن کي اِها ڄاڻ هُئي ته محبتن ڪرڻ کان پهرين نفرتن سهڻ جو فَنُ سکڻ لازم هوندو آهي.
۽ هڪ عاشقِ ناشاد، دل مُرادَ جو ذِڪرُ، جيڪو بيوقوف نه هوندي به موچڙو ٿي ويو هو.

محمود مغلَ جي قلم سان،
اُنهن سيني لاءِ توشهءِ خاص، جن جي سينن ۾ اڳرَ پيل هوندا آهن.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)